اِنۡ اُرِیۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ وَمَا تَوۡفِیۡقِیۡۤ اِلَّا بِاللّٰهِ

منهنجو ارادو صرف اصلاح ڪرڻ جو آهي جيستائين منهنجو وس آهي؛ منهنجي توفيق الله جي طرف کان آهي





20 محرم الحرام 1438ھ آڪتوبر 2016


# حُسين

حُسَينٌ مِنّي وَأَنَا مِنَ الْحُسَين

محرّم الحرام


الاصلاح پبليڪيشن دادو

# نعت شريف

شاعر: خليل احمد غفاري بخشي

ٿلهه: گهمڻ وارا گهمي بيهن گهمڻ جو پار ٻي شيءِ آ
مديني جون مِٽيون گهٽيون گهٽين جو غبار ٻي شيءِ آ

1: لنڊن، پئرس گهمڻ وارا گهمي چوندا مديني کي
لڪين ٻيرا گهمئون دنيا هتي هڪ وارُ ٻي شيءِ آ

2: مڪي ۾ يي ته ڪعبو آ مگر ڪعبو به آ چوندو
مدينه تون مدينو هين مگر تنهنجو يار ٻي شيءِ آ

3: ڏسي بابو امڙ پنهنجا اکيون پونديون ٺري آهن
مگر تن به چيو او پٽ! اکين جو ٺار ٻي شيءِ آ

4: چوي قرآن ٿو جنت ڏاڍي سهڻي سينگاريل آ
مگر مدنيءَ جي گنبذ جو گل و گلزار ٻي شيءِ آ



# منقبت شريف

**شاعر: مولانا خالد حسين راڄپر طاهري**

ٿلهه: اسان حق سچڻ سائين چونداهون، تڏهن ته سهڻا لڳندا هون

1. محبت جنهن جيءَ ۾ مستانا، اُن سهڻي سچڻ جا آهيون ديوانا
پير جي پيار ۾ ٿي پروانا، اسان ناز ڪري اڳيان نچنداهون

2. قربان ڪيون جند جان هي ساري، عشق اندر ۾ باهه آ ٻاري
وهه واهه وهه واهه فيض غفاري، اسان پتنگن وانگي پچنداهون

3. نيڻ ۽ نظرون جڏهن ڪٽي تو، نينهن، نظارو ڏاڍو وٺي تو
مرڪڻ سان چڻ موتي مٽي تو، چهرو چنڊ پيا ڏسنداهون

4. دل جو مالڪ روح جو رهبر، ڪيئن پُڇي هِتي مشڪ ۽ عنبر
مهتاب مثل آ ماهِ منور، ڏسي پيا تنهن کي ٺرندا هون

5. ساري دنيا کان فيض نرالو، حق سچڻ سائينءَ جو جڳ جيالو
"خالد" تنهن ۾ ڳڻائي نالو، اسان شيرن وانگي هلنداهون



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ اِنۡ اُرِيۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ ○

Sequential
سلسليوار

# AL-ISLAH الاصلاح

DADU دادو

شمارو نمبر: 20. محرم الحرام 1438ھ بمطابق آڪٽوبر 2016ع قيمت: 30 رپيا



## سٽاءُ



مواد موڪلڻ لاءِ

وفا طاهري رسالہ الاصلاح
P/O درگاهه الله آباد شريف، ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز
موبائيل نمبر: 8222602–0301
SMS ذريعي رابطو: 0300-3159721
alislahdadu@gmail.com

سرڪيوليشن مينيجر
وفا نذير احمد طاهري
0300-3159721

ادا ريو

# ﴿قومي سرمايو﴾

**نوجوان** قوم ۽ ملت جو عظيم سرمايو هوندا آهن ۽ ملڪي ترقيءَ جو دارومدار انهن نوجوانن تي هوندو آهي اهو ئي سبب آهي جو اسان جي روحاني پيشوا سيدي ومرشدي **حضرت سهڻا سائين** رحمة الله عليہ جن روحاني طلبہ جماعت جو بنياد رکيو تہ جيئن اسان جا نوجوان تعليم کي پنهنجي اولين ترجيح سمجهي علمي ۽ تحقيقي ميدان ۾ ڪاميابيون ماڻين.

الحمدلله! حضرت خواجہ قبلہ **مرشد سجڻ سائين** مدظلہ العالي جن جي تربيت، ترغيب ۽ هدايات جي روشني ۾ جماعت سان لاڳاپيل جملي اهلِ ذڪر جي اولاد پاڪستان ۾ ۽ بيرون ممالڪ اعلىٰ ترين سرڪاري ۽ خانگي تعليمي ادارن ۾ نمايان ڪارنامہ سرانجام ڏئي ڪاميابيون ماڻي رهيا آهن. حضرت صاحب جن جي خصوصي هدايات جي روشني ۾ ر.ط.ج جا نوجوان تحقيقي ميدان ۾ پڻ جاکوڙي رهيا آهن.

اسان پُراميد آهيون تہ اهي نوجوان تعليم سان گڏوگڏ اعلىٰ ڪردار ۽ باوقار حيثيت جا مالڪ بڻجي ملت اسلاميہ ۽ سڄي انسانيت جي لاءِ اطمينان ۽ سڪون جو باعث بڻبا. لهٰذا اسان کي گهرجي تہ اسان مستقبل جي معمارن جي صحيح رهنمائي ڪريون ۽ کين صاف سٿرو، صحتمند معياري تعليمي ماحول مهيا ڪيون.

جماعت اصلاح المسلمين جي جملي احباب کي گذارش آهي تہ اسڪولن، ڪاليجز ۽ يونيورسٽيز ۾ زيرتعليم پنهنجي اولاد لاءِ الله وارن جو مُهيا ڪيل پليٽ فارم يعني ر.ط.ج سان تنظيمي وابستگي کي يقيني بنائين.

جماعت اصلاح المسلمين جا اڪثر مرڪزي ۽ صوبائي قائدين بہ ر.ط.ج جي پيداوار آهن.

طاهري نعمة الله

# درس قرآن



## سورة فيل

حضرت علامہ مولانا محمد عثمان جلباڻي طاهري

**ترجمو:** اي محبوب! ڇا تو نہ ڏٺو تنهنجي رب انهن هاٿين وارن جو ڪهڙو حال ڪيو، ڇا انهن جي سازش کي تباھ نہ فرمايائينءَ انهن تي ابابيل پکين جون ٽوليون موڪليائين جو انهن کي ڪنڪريٽ جي پٿرين سان ماريائون تي پوءِ انهن کي ڪري رکيائين کاڌل لتاڙيل گاھ وانگر.

**شان نزول:** حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي ولادت باسعادت کان هڪ سال اول يا ہ مهينا اول جو واقعو آهي تہ حبش ملڪ جو نجاشي بادشاھ هيو ۽ يمن جو ابره نالي ننڍي رياست جو بادشاھ يا سردار هيو پوءِ حبش جي بادشاھ کي هي خيال ٿيو تہ هي جيڪي ننڍيون رياستون آهن انهن تي حملو ڪري پنهنجي حڪومت ۾ آڻيان پوءِ هن هڪ آفيسر (اريات نالي ڪي) هڪ وڏي لشڪر سميت موڪليو جنهن اڪثر رياستون فتح ڪيون ۽ انهن جي سردارن مان ڪن کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ڪن کي قيد ڪيو اهڙي طرح ابرھ تي بہ حملو ڪيو پر ان اهڙي طرح بهادريءَ سان مقابلو ڪيو جو اريات کي ماري ڇڏيو ۽ سندس لشڪر جو بہ اڪثر حصو قتل ڪري ڇڏيو.جڏهن اها خبر نجاشيءَ کي پهتي تہ ابرھ سان صلح ڪيائين ۽ سوچيائين تہ اهڙو بهادر ماڻهو چوڻ ۾ هجي تہ ڪنهن وقت بہ ڪم ڏئي ويندو.

پوءِ ڪجھ وقت گذرڻ بعد ابرھ هيءَ صلاح ڏني تہ ماڻهو مڪ معظم ڏانهن حج وغيره لاءِ وڃن ٿا جيڪر اسان هت ڪا اهڙي عبادت گاھ نهرايون جيئن هتان جو عوام اوڏانهن نہ وڃي تہ بهتر. نجاشي انهيءَ جي ڳالھ پسند ڪئي اهڙي طرح انهن هڪ مڙهي تيار ڪئي ۽ ماڻهن جو مڪي شريف اچڻ بند ڪيو. جنهن کي حج جو شوق ٿئي پيو ان کي اتي حج ڪرائڻ لڳا، آخر اها

خبر مشهور ٿي وئي عربن کي اها ڳالھ ڏاڍي ناپسند لڳي توڙي جو قريش مڪ مشرڪ هيا پر ڪنهن قدر مذهب وارا هئا. بهرحال قدرتًا اهڙو اتفاق ٿيو جو عرب جو هڪ قافلو انهيءَ علائقي ۾ واپار جي سلسلي ۾ آيو ۽ هنن کي نجاشي جي مسجد جي پرسان رات گذارڻي پئجي وئي. هنن اتي پنهنجي ضرورت لاءِ باھ ٻاري، وري سحري ويل روانا ٿي ويا، اتفاق سان اها باھ هوا لڳڻ ڪري نجاشي جي جاين ۾ لڳي ۽ ڪافي جايون سڙي خاڪ ٿي ويون جنهن ڪري کين ڪاوڙ لڳي ۽ ڪعبة الله شريف کي شهيد ڪرڻ جو ناپاڪ ارادو ڪيائون.

بعض ٻين روايتن ۾ آهي ته ائين نه پر بني امالڪ قبيلي جو هڪ تاجر اتي يمن جي علائقي ۾ ڏنو ته ماڻهن کي مڪي شريف کان روڪي اتي ڪوڙي ڪعبي يعني مڙهي جو حج ڪرايو وڃي ٿو هن کي دل ۾ خيال آيو ته هن مڙهي جي ڪنهن طريقي سان توهين ڪيان، هن ائين ڪيو جو اتي رهي انهن جو مهمان ٿيو. رات جو چوري ان جي مڙهي ۾ پائخانو ڪري انهيءَ کي خراب ڪري راتو رات هليو ويو، پنهنجي عبادتگاھ يعني مڙهي جي بيحرمتي ڏسي هنن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ڪعبة الله شريف کي شهيد ڪيون، جو هنن اسان جي مڙهي (عبادتگاھ) جي هيڏي بيحرمتي ڪئي آهي. هنن 12 هاٿيون يا گهٽ وڌ تيار ڪيون ۽ انهن جو سربراھ هڪ نجاشي جو خاص هاٿي جنهن جو نالو محمود هيو جو انهيءَ جو مثال انهيءَ وقت شايد ڪو دنيا ۾ هيو اهو ۽ ٻيو وڏو لشڪر ابرھ کي ڏئي ڪعبة الله شريف کي شهيد ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. واٽ تي ڪن ماڻهن ابره کي روڪيو ته اهو پراڻو عبادتگاھ آهي ان تي حملو نه ڪيو پر هيءُ نه مڙيو ۽ ڪن ته وري هن جي لشڪر ۾ شرڪت ڪئي. بهرحال جڏهن قافلو مڪي جي ويجهو پهتو ته اتي ترسيا ۽ ڪجھ ماڻهو جاسوسي لاءِ موڪليائون ته عربن جي طاقت ڪيتري آهي پوءِ هنن انهيءَ دوران عربن جو ڪافي چوپايو مال به پنهنجي قبضي ۾ ورتو ۽ هيڏانهن عربن کي به خبر پئي ته هنن پاڻ ۾ مشورو ڪيو ته ڪعبة الله ته الله جو گهر آهي ان کي الله تعالىٰ پاڻ بچائيندو.

باقي اسين ڪجهہ ڏينهن شهر ڇڏي وڃون متان اسان کي نقصان نہ پهچائين! ان دوران ابره جو هڪ ايلچي هنن وٽ آيو ان وقت قريشن جو وڏو عبدالمطلب هيو، ابره جي قاصد چيو تہ اوهين اسان سان جنگ ڪندؤ يا صلح؟ عبدالمطلب چيو تہ اسين صلح پسند آهيون. اسين شهر مڪہ کي خالي ڪيون ٿا اگر توهان جي سربراهہ کي طاقت آهي تہ ڀلي اچي ڪعبة الله کي شهيد ڪري. اهو ڪو نہ ٿي سگهندو. باقي مان پنهنجا اُٺ جيڪي توهان روڪي رکيا آهن موٽائڻ چاهيان ٿو تہ ان شخص عبدالمطلب کي چيو تہ توهان اچو ۽ اسان جي سربراهہ ابرهہ کان پنهنجا اُٺ ڀلي وٺي وڃو پوءِ عبدالمطلب اتي ويو پر جيئن تہ سندن جي چهري ۾ محمدي نور هيو سو ابره تي ايترو تہ رعب پيو جو تخت تان اٿي هيٺ لهي حضرت صاحب کي مٿي تخت تي ويهاري ادب سان پڇيو تنهن تي حضرت عبدالمطلب فرمايو تہ مون کي پنهنجا بہ سؤ اُٺ واپس ڪيو. تنهن تي ابره چيو تہ عجب آهي اسان توهان جي ڪعبة الله کي شهيد ڪرڻ آيا آهيون توهان پڇو ئي ڪو نہ ٿا ۽ پنهنجا اُٺ گُهري رهيا آهيو؟ پاڻ فرمايائون تہ ڪعبة الله جو مالڪ الله سائين آهي اهو ان جي پاڻ حفاظت ڪندو باقي مون کي پنهنجا اٺ واپس ڪيا وڃن پوءِ هنن اُٺ واپس ڪيا.

ابره، ڪعبة الله تي حملي لاءِ هاٿين کي هڪليو پر محمود نالي وڏي هاٿي اڳتي وڌڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، گهڻي ئي مارڪٽ باوجود هڪ قدم بہ اڳتي نہ هلي، اگر ان کي پوئتي واپس هلائين پيا تہ هلي پيو ۽ ان کي ڏسي ٻيا هاٿي بہ اڳتي وڌڻ کان رڪجي ويا. بعض روايتن مطابق هاٿي اڳتي وڌيا پر انهيءَ درميان الله تعالىٰ جي طرفان ابابيل نالي ننڍڙا پکي آيا جن کي ٽي ٽي پٿريون هيون هڪ چُهنب ۾ بہ پيرن ۾ ۽ اهي پٿريون جبل جون نہ پر ٺڪرين جون هيون، اهي پکي هڪ هڪ پٿري هڪ فوجي تي اُڇلن پيا ۽ ان پٿري ۾ ايترو تہ اثر هيو جو مٿان ڪري هاٿي سوار مان ۽ هاٿي مان پار ٿي زمين ۾ غائب ٿي وڃي پئي. ۽ اهو هاٿي سُوار فوجي سميت ختم ٿي وڃي پيو. جڏهن انهن هڪ ٻن کي مرندو ڏٺو باقي سڀ ڀڄڻ لڳا ۽ ايترا تہ بيهوش هيا

جو اڪثر تہ جبلن سان ٽڪرجي مري ويا. باقي الله، ابره ڪي پوئتي وطن واپس ٿيڻ جي توفيق ڏني ۽ چند ٻيا بہ بچي ويا پر انهن سيني کي جسم ۾ خارش ۽ بدبوءِ جي بيماري لڳي وئي ۽ پاڻ کي خرڙي خرڙي مري ويا. ابره کي اهڙي تہ بيماري لڳي جو ان مان بيحد بدبوءِ اچڻ لڳي. آخر جڏهن نجاشي وٽ پهتو تہ سخت ڪمزوري جي حالت ۾ هو. دانهون ڪري رهيوهواهو مقرر پڪي آيو ۽ نجاشي جي روبرو پٽري هنيائين تہ هو ختم ٿي ويو.

هي واقعو الله تعاليٰ قريش کي هن آيت ۾ ياد ڏياريو. جيئن هنن کي ڪعبة الله جي حقيقت معلوم ٿئي ۽ ان جو صحيح معنيٰ ۾ حق بجا آڻين. حضور ﷺ جن جي تابعداري ڪن ۽ ساڳي وقت بعد وارن لاءِ بہ هدايت آهي تہ جيڪي مقدس مقام آهن انهن جي تعظيم ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن نہ تہ الله تعاليٰ پاڻ انهن جي حفاظت فرمائيندو ۽ بي ادبي ڪندڙن کي ذليل ۽ خوار ڪندو.

الله تعاليٰ کان دعا آهي تہ شال اسان کي مقدس مقامات جي صحيح معنيٰ ۾ احترام ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

## غلاف ڪعبہ

- ⇐ هي هر سال ذوالحج ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي.
- ⇐ هن جي تياري تي 2 ڪروڙ ريال خرچ ايندو آهي.
- ⇐ هن جو وزن 670 ڪلوگرام آهي.
- ⇐ هي خالص ريشم جي ڪپڙي مان ٺهندو آهي.
- ⇐ هن جي تياري ۾ 150 ڪلوگرام خالص سون ۽ چاندي لڳندي آهي.
- ⇐ هن جي سائيز 658 مربع ميٽر هوندي آهي.
- ⇐ هي 47 حصن تي مشتمل هوندو آهي.
- ⇐ هر هڪ حصو 14 ميٽرن تي ٻڌل هوندو آهي.
- ⇐ هر حصو 14 ميٽر ڊگهوءِ 95 سينٽي ميٽر ويڪرو هوندو آهي.
- ⇐ هن جي تبديل ڪرڻ ۾ 4 ڪلاڪن جو وقت لڳندو آهي.

چونڊ: مولانا مجيب الرحمٰن گبول طاهري / درگاهہ الله آباد شريف

درس حديث

## مدينة المنوره

## (الله تعاليٰ حرم پاڪ کي محفوظ رکي)

علامه مولانا عبدالقدير شيخ طاهري

**حديث شريف: وعن سعد قال قال رسول الله ﷺ لايکيد اهل المدينة احد اِلا اِنماع کما ينماع الملح في الماءِ** (متفق عليہ)

حضرت سعد رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ مدينة المنوره وارن کي جيڪو ستائيندو يا انهن سان فريب ڪندو اهو ائين ڳري (تباه ٿي ويندو) جيئن لوڻ پاڻي ۾ ڳري ويندو آهي. تمام علماء جو ان ڳالھ تي اتفاق آهي تہ مدينة المنوره جي حدود جو ادب، احترام، مڪة المڪرمة جي حدود جي ادب ۽ احترام وانگر واجب آهي. اجا بہ احاديث ۾ مدينة المنوره جي عظمت، احترام جو زياده ذڪر آهي حاليہ نام نهاد مسلمانن جو گروھ دنيا ۾ ظاهر ٿيو آهي جن حرمين شريفين خصوصًا مدينة المنوره ڏانهن ميري اک ڪنئي آهي. الله تعاليٰ انهن کي انهن جي اڪين کي تباه ڪري. حضورﷺ جي فرمان عاليشان مطابق انهن جي تباهي ۽ بربادي يقيني آهي ۽ انهن کي ڪڏهن بہ ڪنهن بہ صورت ۾ مسلمان نہ ٿو چئي سگهجي.

حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ فرمايو:

**المدينة حرام مابين عير الیٰ ثور فمن احدث فيها حدثا او آویٰ محدثا فعليہ لعنة الله والملائڪة والناس اجمعين لايقبل منہ صرف ولا عدل.** (متفق عليہ)

مدينة المنوره عير جبل کان ثور جبل تائين حرم آهي. جيڪو شخص مدينة المنوره ۾ فساد ڪري يا ڪنهن فسادي کي جڳھ ڏي (پناه ڏي) يا ان کي پنهنجي حفاظت ۾ رکي، انهن ٻنهي تي الله تعاليٰ جي لعنت، ملائڪن جي لعنت، تمام انسانن جي لعنت

آهي. انهن جا نہ فرائض قبول آهن نہ نفل قبول آهن.
صرف مان مراد فرائض يا مسلمان جو توبہ تائب ٿيڻ، جنهن جي ذريعي جهنم جو عذاب ٽري ويندو آهي ۽ عدل مان مراد آهي نوافل يا گناه جو فديہ ڏيڻ. اهي سڀ شيون ان شخص جون رد آهن. الله تعالىٰ وٽ غير مقبول آهن ۽ صرف ۽ صرف اهو شخص لعنت جو مستحق آهي. ارشاد نبوي آهي:
**وعن سعد قال قال رسول الله ﷺ اني أحرم مابين لابقي المدينة ان يُقطعَ..........** الىٰ آخره.. (رواه مسلم)
**حضرت سعد** رضي الله عنہ **کان روايت آهي تہ رسول الله** ﷺ **فرمايو** تہ مان مدينة المنوره جي ٻنهي ڪنارن جي دائره ۾ (جيڪو بہ درميان ۾ آهي) ڪنڊا بہ ڪٽڻ يا وڻ ڪٽڻ يا شڪار ڪرڻ حرام ٿو ڪيان. مسلمانن جي لاءِ مدينة المنوره بهتر آهي. جيڪڏهن انهن کي ان ڳالهہ جي ڄاڻ هجي يعني روءِ زمين تي اگر الله وٽ ڪو شهر بهتر آهي شان، مان ۾ اعلىٰ آهي اهو مدينة المنوره آهي. اگر مدينة المنوره ۾ رهندڙ شخص پنهنجي بدنصيبي جي ڪري مدينة المنوره ڇڏي وڃي تہ الله تعالىٰ ان جي جاءِ تي ان کان بهتر ماڻهو آباد ڪندو. جيڪڏهن ڪنهن بہ شخص کي مدينة المنوره ۾ رهڻ لاءِ تڪليفون برداشت ڪرڻيون پيون، سختي يا بک اچي ويئي ۽ صبر سان مدينة المنوره ۾ رهيو تہ حضور ﷺ جن فرمائن ٿا تہ ان شخص جي (ان ڏکن جي عيوض) قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ جي حضور ۾ مان شفاعت ڪندس.
حديث شريف ۾ **لابة** جو ذڪر آهي لابة معنىٰ پٿريلي زمين، معنىٰ اگرچہ شام ۽ ٻيا ملڪ سرسبز آهن يا ٻين ملڪن ۾ دنياوي آرام زياده آهي انهن سڀن شين کي ڇڏي ڪنهن شخص پنهنجي لاءِ مدينة المنوره ۾ رهائش پسند ڪئي ان لاءِ شفاعت جو واعدو ڪيو ٿو وڃي ۽ ان حديث شريف ۾ ڪنهن وڻ کي بہ ڪٽڻ جي منع ڪئي وئي آهي حالانڪہ علماءِ احناف جو ان ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ اهو خاردار وڻ جيڪو تڪليف جو باعث آهي يا زينت جي خلاف آهي اهو ڪٽي سگهجي ٿو. مقصد فرمان رسول

ﷺ جو هي آهي ته بي جان شيءِ کي به بلاوجه تڪليف نه ڏيو. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو جيڪو شخص انسان ذات کي تڪليف پهچائي يا ستائي ته اهو ڪيتري عتاب ۽ عذاب جو مستحق ٿيندو. حضرت ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو آهي:

**اِني حرمت المدينة حرامًا ما بين مَا زمَيّها أن لا يهراق فيها دمٌ ولا يحمل سلاح لقتال ولا تُخبَطُ فيها شجرةِ اِلَّا لِعَلَف** (رواه مسلم)

بيشڪ مان مدينة المنوره کي حرم ٿو بنايان انهيءَ ۾ رت وهائڻ حرام آهي ۽ جنگ لاءِ هٿيار کڻڻ به منع آهي ضرورت کانسواءِ ڪنهن وڻ کي ڪٽڻ به منع آهي. بلاوجه خون وهائڻ هر جاءِ تي (انسان جو) منع آهي پر مدينة المنوره جو خاص ذڪر فرمائي ان جي عزت ۽ عظمت رکڻ جو تاڪيد ڪيو ٿو وڃي.

حضور ﷺ جن مدينة المنوره جي برڪت، رحمت، عزت، عظمت جون دعائون جيڪي فرمايون آهن اهي به پياريون آهن. حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن هي دعا فرمائي:

**اَللّٰهُمَّ بَارِکَ لَنَا فِيِ ثَمَرِنَا وَبَارِکَ لَنَا فِيِ مَدِيِنَتِنَا وَبَارِکَ لَنَا فِيِ صَاعِنَا وَبَارِکَ لَنَا فِي مُدِّنَا اَللّٰهُمَّ ان ابراهيم عَبۡدُکَ وخليلکَ ونبيکَ وانه دعاکَ لمکّة وانا ادعوک للمدينة بمثل مادعاکَ لمکة وَمِثۡلَہٗ مَعَہٗ.** (رواه مسلم)

اي منهنجا الله اسان جي لاءِ اسان جي ميون ۾ برڪت فرماءِ، اسان جي مدينة المنوره ۾ برڪت فرماءِ، اسان جي ٽوئي ۽ پاٽي ۾ برڪت فرماءِ، (اڳئين وقت ۾ ٽويا ۽ پاٽيون اهي ميزان ۽ ماپ تور جا ٿانوَ هئا) اي منهنجا الله! حضرت ابراهيم عليه السلام، مڪة المڪرمة جي برڪت لاءِ جيڪي به دعائون گهريون اهي ئي دعائون مان مدينة المنوره لاءِ گهران ٿو. اي منهنجا الله! اهي برڪتون مدينة المنوره کي به عطا فرماءِ ۽ ان جيتريون برڪتون ٻيون به عطا فرماءِ، يعني انهن برڪتن جا ٻه حصا مدينة المنوره ۾ فرماءِ

ان حديث شريف کي مدنظر رکندي علماءِ احناف جو اهو فيصلو آهي تہ مدينة المنوره جي فضيلت، شرف، شان، مکة المکرمة کان زياده آهي حضور ﷺ جي هن دعا مبارڪ جي صدقہ ۾. سندن جي دعا مبارڪ جي بہ حضرت عائشہ رضي الله عنها جي روايت سان ثابت آهي:

**اَللّٰهُمَّ حبب الينا المدينة ڪحبنا مَكَّةَ اَواَشَدَّ وَصَحَحِها وبارک لنا في صاعها ومدها** (متفق عليہ)

حضور ﷺ جن فرمايو اي منهنجا الله! اسان جي لاءِ مدينة المنوره پيارو پسنديده فرماءِ، جيئن اسان جي لاءِ مکة المکرمہ پيارو پسنديده آهي اجا بہ اسان جي دلين ۾ مدينة المنوره جي محبت زياده پيدا فرماءِ ۽ مدينة المنوره جي آب و هوا صحت بخش فرماءِ.

مدينة المنوره جي صاع ۽ مد (ٽويو ۽ پاٽي) ۾ برڪت فرماءِ. حضور انور ﷺ جون هي سڀ دعائون قبول ٿيون جو اڄ بہ هر مسلمان کي مدينة المنوره مکة المکرمہ کان وڌيڪ پيارو آهي. مدينة المنوره جي آب و هوا صحت بخش آهي. حتيٰ ڪہ مدينة المنوره جي خاڪ کي بہ خاڪ شفا چيو ٿو وڃي. مدينة المنوره جي فروٽ ۽ ميون جي تہ برڪت مشهور آهي جو هر وقت هر موسم جو ميوو تازو ۽ فرحت بخش ميسر هوندو آهي. مدينة المنوره جي حاضري ڏيندڙ هر شخص کي اطمينان قلبي فرحت عجب قسم جو سڪون ميسر ٿيندو آهي. هي سڀ حضور ﷺ جن جي دعائن جو صدقو آهي جو مدينة المنوره جي در و ديوار ۾ هڪ خاص مهڪ آهي حضور ﷺ جن فرمايو آهي حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنہ کان روايت آهي:

**ان الله سَمّیٰ المدينة طابةً** (رواه مسلم)

بيشڪ الله تعالیٰ مدينة المنوره جو نالو طابہ رکيو آهي.طابہ جي معنیٰ آهي پاڪ و صاف ۽ خوشبودار جڳهہ ان کري مدينه طيبہ بہ چيو ويندو آهي. لوح محفوظ ۾ بہ مدينہ جو نالو طيبہ آهي.
(طيبہ ۽ طابہ جي معنیٰ هڪ آهي)

الله تعالىٰ مدينة المنوره کي ڪفر ۽ شرڪ کان پاڪ ڪري ڇڏيو جيڪي مشرڪين ۽ ڪفار هئا اهي مؤمن ٿي ويا. اوس ۽ خزرج قبيلا مسلمان ٿي ويا. بنوقريظہ هلاڪ ٿي ويا. بنو نضير کي جلاوطن ڪيو ويو ۽ مشرڪن جي داخلا کي بند ڪيو ويو ايستائين جو قيامت جي قريب دجال ظاهر ٿيندو جنهن جو ڪنٽرول پوري دنيا تي هوندو. ڪفر ۽ شرڪ ڦهلائيندو ليڪن حرمين شريفين ۾ داخل ٿي نہ سگهندو.

حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي:

**قال قال رسول الله ﷺ علىٰ انقاب المدينة ملائكةٌ لايدخلها الطاعون ولا الدجال** (متفق عليہ)

حضور ﷺ جن فرمايو مدينة المنوره جي رستن تي ملائڪ مقرر آهن نہ طاعون بيماري اچي سگهي ٿي نہ دجال مدينة المنوره ۾ داخل ٿي سگهندو.

حاصل ڪلام! مدينة المنوره بيشمار رحمتن، برڪتن جو گهر آهي. حضور ﷺ جن جو قرب ميسر آهي، مسجد نبوي شريف ميسر آهي اها سرزمين نزول وحي جي برڪت سان مالامال آهي. دين دنيا جون ڀلايون ان شهر ۽ ان جي در و ديوار سان وابستہ آهن. تمام علماءِ امت جو اتفاق آهي تہ مدينة المنوره ۾ رهڻ افضل آهي. تمام شهرن کان حتىٰ ڪہ مڪة المڪرمہ کان بہ وڌيڪ آهي. حضور ﷺ جن هجرت کان بعد ٽن ڏينهن کان وڌيڪ ڪنهن بہ مهاجر کي مڪہ معظمہ ۾ رهڻ جي اجازت نہ ڏني ايستائين جو حضور ﷺ جن فرمايو مدينة المنوره ۾ جنهن جو انتقال ٿيو قيامت ڏينهن مان ان جي شفاعت ڪندس.

هي فقير گنهگار بارگاهہ الٰهي ۾ دست بدعا آهي تہ الله تعالىٰ پنهنجي محبوب ﷺ جي صدقہ مدينہ پاڪ جو قيام مسجد نبوي شريف جو اعتڪاف ۽ موت مدينة المنوره ۾ نصيب فرمائي. (آمين)

درس مکتوبات

# وياج جي وبا

## حضرت امام رباني مجدد منور الف ثاني قدس سره

مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري

**خلاصہ:** حضرت ملامظفر رحمة الله عليہ ڏانهن لکيل هن مڪتوب ۾ حضرت امام رباني قدس سره فقہ جي اهم مسئلي وياج جي باري ۾ وضاحت سان لکيو آهي تہ وياجي ڪاروبار ۾ نہ فقط منافعو حرام آهي پر ان سان اصل رقم پڻ حرام ٿي وڃي ٿي.

**ترجمہ:** سڀ تعريف الله تعالىٰ جي لاءِ آهي ۽ سلام ان جي چونڊيل ٻانهن تي.

توهان ان ڏينهن فرمايو هيو تہ وياج واري قرض ۾ وڌايل رقم حرام آهي ۽ بس ڏهہ تنڪا (ان وقت جو سِڪو آهي جيئن اڄ ڪلهہ وارا روپيا) قرض ڏئي ٻارهن وٺڻ جي صورت ۾ اهي وڌايل ٻہ تنڪا حرام ٿيندا، جڏهن فقہ جا ڪتاب مطالعہ ڪيم تہ معلوم ٿيو تہ شريعت ۾ هر اهو واپار ربٰو يعني وياج آهي جنهن ۾ زيادتي (مقرر ٿيل) آهي ان ڪري هيءُ واپار (وياج وارو قرض) حرام چئبو ۽ جيڪا شيء حرام ذريعي سان حاصل ٿئي تہ اها بہ حرام چئبي، لهٰذا اهي ڏهہ تنڪا (اصل رقم وارا) بہ وياج وارا ۽ حرام چئبا. (1) ڪتاب جامع الرموز ۽ ڪتاب ابراهيم شاهي جي روايات موڪلڻ جو مقصد ان حقيقت کي واضح ڪرڻ هيو. باقي رهي محتاجي واري صورت، سو مخدوم صاحب وياج جو حرام هجڻ هن نص قطعي مان ثابت آهي جيڪو محتاج ۽ غير محتاج ٻنهي تي شامل آهي. هن جاءِ تي محتاج جي تخصيص ڪرڻ (تہ ضرورت مند مٿين حڪم ۾ شامل نہ آهي) حڪم قطعي کي منسوخ ڪرڻ آهي ۽ قنيہ (ڪتاب) جو اهو مرتبہ نہ آهي جو قطعي حڪم کي منسوخ ڪري. حالانڪ لاهور جي مولانا جمال جيڪو لاهور جي عالمن ۾ بهترين عالم آهي، فرمايو آهي تہ قنية جون گهٽيون روايتون اعتبار جوڳيون نہ آهن ۽ هي معتبر (۽ مقبول) ڪتابن جي روايتن جي برخلاف آهي.۽ جيڪڏهن اها

7

روايت ڪٿي صحيح مچجي تہ پوءِ محتاجي مان گهٽي مجبوري ۽ پريشاني واري حالت مراد ونٽي پوندي جيئن اهو خاص ڪيل آيت ڪريمہ: **فمن اضطر في مخمصة** (3) سورة المائده (پوءِ جيڪو شخص بُک (۽ اُڃ) جي ڪري سخت مجبور ٿيو) واري قطعي حڪم ۾ اچي وڃي تہ اهو قوت (دليل) ۾ بہ ان جهڙو آهي.

**رستم را کشد هم رخش رستم** "رستم پهلوان کي رستم جو گهوڙو ئي ڪٽندو".

هي بہ ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن محتاج مان عام (هر قسم جي ٿوري ڪٿي ضرورت) مراد ونبي تہ پوءِ وياج حرام هجڻ لاءِ ڪو خاص مقام (تہ فقط هي حرام آهي) باقي نہ رهندو. ڇو تہ جيڪو بہ زياده ڏيڻ قبول ڪندو ان جو سبب سندس ڪا نہ ڪا احتياجي (ضرورت يا مجبوري) هوندي، بنا ضرورت جي ڪو بہ پنهنجي لاءِ نقصان وارو قدم نہ ڪٽندو آهي. ان صورت ۾ حڪمت ۽ حمد واري (رب تعالیٰ) جي نازل ڪيل حڪم جو ڪو وڏيڪ فائدو باقي نہ رهندو، جنهن جو بابرڪت پيارو ڪتاب (قرآن ڪريم) ان قسم جي وهمن کان گهڻو متاهون آهي ۽ جيڪڏهن احتياج مان عام مراد ونجي پوءِ ڪٿي بفرض محال (اڻ ٿيڻي ڳالهہ ٿوري وقت لاءِ مڃڻ کي فرض محال چئبو) هجي تہ پوءِ بہ چونداسين تہ محتاجي ضروريات جي قسمن مان آهي.

**والضرورة تقدربقدرها** يعني ضرورت، ضرورت جي آڌار تي پوري ڪبي آهي. (ضرورت کان وڌبو نہ آهي.) تہ پوءِ ان وياج وارن پيسن مان ڪاڌو تيار ڪري ماڻهن کي کارائڻ تہ احتياج ۾ داخل ڪونهي، نہ ئي ان سان ڪو ضرورت متعلق آهي. ان ڪري ميت جي ڇڏيل ترڪي ۾ ميت جي ضرورت مستثنیٰ آهي. (جيئن ڪفن، دفن، وصيت وغيره پورو ڪرڻ ضروري آهي) ۽ ان کي ڪفن تائين بند ڪيو ويو آهي. ان جي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ ڪاڌو تيار ڪرڻ احتياج ۾ داخل نہ آهي حالانڪہ ان کي صدقي جي سخت ضرورت آهي.ان ڪري متنازع فيہ (جنهن مسئلي ۾ اختلاف آهي) صورت ۾ غور ڪرڻ گهرجي تہ وياج تي قرض ونڻ وارا (واقعي) محتاج آهن يا نہ؟ ۽ محتاج هجڻ جي صورت ۾ هنن

جيڪو ڪاڏو انهن ماڻهن لاءِ تيار ڪرايو انهن ماڻهن لاءِ اهو ڪاڏو ڪائڻ حلال ٻه آهي يا نه؟جماعتداري، جمعداري ۽ سپاهداري محڪمہ فوج ۾ هجڻ ڪي محتاجي جو بهانو بنائي ان ڪي (جواز جو) سبب سمجهي وياج تي قرض وٺڻ ۽ انکي حلال ۽ جائز سمجهڻ ديناري ڪان دورآهي.(توهانکي) گهرجي ته امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر (نيڪي جو حڪم ڪرڻ ۽ برائي ڪان روڪڻ يعني تبليغ) واري طريقي ڪي اختيار ڪندي انهن ماڻهن ڪي روڪيو جيڪي ان مصيبت (وياج واري) ۾ مبتلا آهن انهن ڪي سمجهايو ته اهو حيلو درست نه آهي اهڙو ڏنڊو اختيار ڇو ڪجي جيڪو آخرڪار شريعت ۾ منع ٿيل ان قسم جي ڪمن ۾ مبتلا ڪري، ڪاروبار جا ٻيا ٻه ذريعا آهن روزگار سپاهه گيري تي بند ته نه آهي.جيئن ته توهان تقوىٰ وارا ماڻهو آهيو پاڪيزه شين جي ڪائڻ جي ڳالهه لکي وئي توهان لکيو هيو ته هن زماني ۾شبہ ڪان سواءِ ڪا شيءِ نه ٿي ليي، اها ڳالهه صحيح آهي پر جيتري قدر ممڪن ٿي سگهي شبهي ڪان بچڻ گهرجي. زراعت بي طهارت (بنا وضو پوک ڪرڻ) جنهن ڪي توهان پاڪيزه هجڻ جي منافي ۽ مخالف ڇيو آهي پر هندوستان ۾ ان ڪان بچڻ ممڪن نه آهي.

**لايكلف الله نفسا الاوسعها**(الله تعالىٰ ڪنهن نفس ڪي تڪليف نه ڏيندو آهي مگر ان جي طاقت آهر) پر وياج واري ڪاڏي ڪي ڇڏي ڏيڻ ته گهڻو آسان آهي. حلال ڪي حلال سمجهڻ ۽ حرام ڪي حرام سمجهڻ، حلال ۽ حرام ۾ قطعي ۽ يقيني آهي، ان جو انڪار ڪفر تائين پهچائي ٿو، ظنيات (گمان ۽ شڪ واريون شيون) ائين نه آهن، گهڻيون اهڙيون شيون آهن جيڪي حنفين وٽ مباح ۽ جائز آهن. شافعي انهن ڪي مباح نٿا سمجهن ۽ ان جي ابتڙ ٻه آهي جو ڪي شيون شافعي حضرات وٽ مباح آهن ۽ حنفي انهن ڪي مباح نٿا سمجهن. جنهن مسئلي ۾ اسان (بحث ڪري رهيا) آهيون جيڪڏهن ڪو مشڪوڪ محتاج (جنهن جي محتاجي يقيني نه آهي) لاءِ وياج واري قرض ۾ توقف ڪري جيڪو ظاهر ۾ نص قطعي (قرآني حڪم) جي برخلاف آهي. ۽ ان ڪي گمراهہ نه چوڻ گهرجي ۽ ان ڪي حلال هجڻ واري اعتقاد لاءِ مجبور نہ ڪجي بلڪہ (اُن لاءِ) اهو ئي رستو ترجيح وارو بلڪہ يقيني آهي

۾ ان جو مخالف خطره ۾ آهي. توهان جي دوستن مان ڪنهن ٻڌايو ته هڪ ڏينهن توهان جي روبرو مولانا عبدالفتاح چيو ته جيڪڏهن بنا وياج قرض ملي وڃي ته سني ڳالهه آهي ڪو وياج تي چو وٺي، توهان ان کي جهٽڪيندي چيو ته تون حلال جو انڪارتو ڪرين؟ اي مخدوم صاحب يقيني حلال جي باري ۾ اهڙين ڳالهين جي گنجائش آهي جيڪڏهن پلا حلال آهي ته به هن ڳالهه ۾ شڪ نه آهي ته ان جو ڇڏي ڏيڻ بهتر آهي، متقي ماڻهو عزيمت جو ڏس ڏيندا آهن رخصت جو حڪم نه ڪندا آهن.

لاهور جي مفتين محتاجي کي دخل ڏئي حلال هجڻ جو حڪم لڳايو آهي محتاجي جي جهولي ڪشادي آهي (ان جا گهٽائي طريقا ۽ قسم آهن) جيڪڏهن ان کي کولبو ته وياج رهندو ئي ڪونه (سڀ حلال ٿي ويندو) ۽ وياج جي حرام هجڻ وارو قطعي حڪم بي فائده رهجي ويندو، جيئن مٿي بيان ٿي آيو. وياج تي قرض وٺڻ واري کي ايترو ته سوچڻ گهرجي ته ٻين کي ڪاڏو ڪارائڻ ۾ ڪهڙي قسم جو احتياج (اٽتر ضرورت) آهي قنيه جي روايت به حيلي بهاني کان پوءِ محتاج لاءِ وياج تي قرض کي جائز قرار ڏئي ٿي. ٻين لاءِ نه. جيڪڏهن ڪو چوي ته شايد محتاج اهو ڪاڏو قسم جي ڪفاري يا ظهار(جنهن جو بيان فقه جي ڪتابن ۾ موجود آهي) يا روزي جي ڪفاره لاءِ ڪاڏو تيار ڪرايو هجي، هن ڳالهه ۾ ڪو به شڪ نه آهي اهو ان ڪفاره لاءِ محتاج آهي. (پر) اسان چئون ٿا ته جيڪڏهن هن کي ڪاڏو ڪارائڻ جي طاقت نه آهي ته پوءِ روزا رکي (ان سان به ڪفارو ادا ٿي ويندو) نه هي ته وياج تي قرض ڪڍي.(خيرات ڪري) جيڪڏهن هن قسم جون ٻيون ضرورتون به ظاهر ٿي وڃن ته ٿورڙي توجه (ڪوشش) سان تقوىٰ جي برڪت سان ضرورتون) پوريون ٿي وينديون. **ومن يتق الله يجعل له مخرجا ويرزقه من حيث لايحتسب** "جيڪو شخص الله تعالىٰ کان ڊڄي ٿو ته الله تعالىٰ ان لاءِ نڪرڻ جي واٽ ڪڍي ٿو ته ۽ ان کي اهڙي جڳهه کان رزق عطا ڪري ٿو جتان ملڻ جو ڪيس گمان به نه آهي." (2) سورة الطلاق زياده ڊيگهه ڏي نٿو وڃان.**والسلام عليكم وعلىٰ من اتبع الهدىٰ** "توهان تي سلام ۽ انهن تي جن هدايت جي واٽ ورتي."

# رند پروڙين راز قضيي ڪربلا جو

مولانا محمد حسن اونو طاهري

اسلامي سال جي ابتداء محرم الحرام جي مهيني سان ٿئي ٿي، جنهن ۾ سيدنا حسين رضي الله عنه، سندن جان نثار ساٿين جي عظيم قيمتي قرباني وارو واقعو ايمان وارن جو توجه، سندن جي دين تي استقامت، همت، ۽ جرئت ڏانهن ڇڪائيندي، سندن جي ايمان کي تازگي بخشيندو آهي. سيدنا حسين رضي الله عنه جي شخصيت متعلق حضرت خواجه نظام الدين اولياء عليه الرحمة هن طرح ارشاد فرمايو:

شاه است حسین بادشاه است حسین
دین هست حسین، دین پناه هست حسین
سر داد، نه داد دست، در دست یزید
حقا که بناء لا اله، هست حسین

سيدنا حسين رضي الله عنه جي هن عظيم قرباني جي ڪري اوهان ۽ اسان سيني کي ڪلمو، قرآن، دين ۽ ايمان جهڙي بي بها دولت نصيب ٿي. هي سڀ ڪجهه سندن جي شهادت جي صدقي ۾ مليو. ان ڪري شاهه يٺائي گهوٽ عليه الرحمة فرمايو:

**سختي شهادت جي نسورو ئي ناز**
**رند پروڙين راز، قضيي ڪربلا جو**

محرم الحرام جا پهريان ڏهه ڏهاڙا، ايمان وارن کي دين اسلام تي استقامت سان عمل ڪرڻ، اسلامي تعليمات تي عمل ڪرڻ، الله ۽ ان جي رسول مقبول ﷺ جن سان سچي محبت جو درس ڏين ٿا. وطن، جان، مال ۽ اولاد جي قرباني، بي دين يزيد جي بيعت نه ڪرڻ، الله عزوجل جي هن ارشاد مبارڪ تي عمل ڪرڻ جي ڪري ئي هو جو رب پاڪ واضح فرمائي ڇڏيو:

**لاتطع من اغفلنا قلبه عن ذکرنا** (القرآن) يعني انهن جي تابعداري

نہ ڪريو جن جون دليون اسان (اللہ) جي ذڪر ڪان غافل رکيون آهن، اڳتي الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ اهڙا ماڻهو، پنهنجي نفساني خواهشات جا تابع هوندا آهن ۽ انهن جو حڪم حد (شرعي) ڪان ٽپيل هوندو آهي اهو ئي وجهہ هيو جو يزيد شرعي احڪامات ڪان پري هيو ۽ سيدنا حسين رضي الله عنہ بي دين غافل ۽ دين اسلام جي احڪامات ڪان دورافتاده جي بيعت نہ ڪري، اسلام جي چمن جي آبياري پنهنجي خون جگر سان ڪري، اسلام جي چمن کي شاد و آباد فرمائي. حقيقت ۾ حضرت علي رضي الله عنہ ۽ سندن جي اولاد لاءِ شهادت ازل ڪان حصي ۾ مليل هئي. اهو ئي وجهہ آهي جو هن هيتري تڪليف ۽ سختيءَ کي الٰهي محبت جو مينهن سمجهي برداشت ڪيائون. هميشہ واري حياتي جو اعزاز يعني شهادت ماڻي، پنهنجي غلامن کي بہ اهو رستو ڏيکاري ۽ سيکاري ويا تہ *اسلام زندہ ہوتا ہے ہر کربلا کے بعد*

هن حيرت انگيز ۽ دردمند واقعي کي سمجهڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي مگر ڪي نهايت سچا ۽ پڪا حبيب خدا ﷺ جا غلام ئي هن راز (شهادت واري سختي جنهن تي امت مسلمہ کي ناز آهي) ۽ ڪربلا واري واقعي جي راز کي سمجهي سگهندا. جن ۾ اها صداقت ۽ سچائي، عشق ۽ محبت هئي، انهن کي عذر بهانا ڪو نہ ڳوليا، من پسند مصلحتن کي تلاش ڪو نہ ڪيائون مگر حبيبِ خدا ﷺ جن جي هٿان مليل دين اسلام ۽ سندن جي شريعت تي پوري طرح عمل ڪري دنيا وارن کي بہ دڳ سان لائيندا ويا. سيدنا حسين رضي الله عنہ ۽ سندن جي ساٿين جي قرباني جو نتيجو آهي جو اڄ اسان وٽ ڪلمو، قرآن، احاديث رسول مقبول ﷺ مسجدون، سندن جا غلام عاشق، صادق الله وارا موجود آهن، جيڪي هن پُرفتن، دجالي دور ۾ انسانيت جي خصوصًا ايمان وارن جي اصلاح جو فڪر پنهنجي سيني ۾ سانديي رات ڏينهن ڪوشش ڪري رهيا آهن، الله تعالىٰ اسان کي اها توفيق عنايت فرمائي جو هنن الله جي پيارن جي سڏ تي لبيڪ چئي دنيا ۽ آخرت کي سنواري سگهون.

الحمدلله! هن دور جا صاحبِ شريعت، عامل، ڪامل، پير طريقت، مجدد ملت اوهان ۽ اسان ۾ موجود آهن. جيڪي ڏينهن، رات، حضرءِ سفر جون تڪليفون برداشت ڪري پنهنجو محبت ڀريو اصلاحي پيغام ۽ دعوت هر ڪنهن بلڪ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پهچائڻ جي پوري ڪوشش ڪري مرده دليون ذاڪر ۽ زنده ڪري رهيا آهن، اهي **حضرت قبله سڄڻ سائين** مدظله العالي جيڪي هن وقت ڪنهن تعارف جا محتاج نه آهن، هر طرف، هر ڪوئي سندن جي پيغام ڪي ٻُڌي چڪو آهي. پنهنجا ۽ پراوا به سندن جي فيوض و برڪات ۽ تعليمات ڪان گهڻو متاثر آهن.

الله تعالىٰ اسان ڪي اها صداقت، سچائي ۽ حقيقي محبت عطا ڪري جو نفس و شيطان جي مڪر و فريب ڪان پاڻ ڪي بچائي بي فائده عذر بهانا ڇڏي پنهنجي پيران ڪبار جي طريقي تي هلي سندن جي سمجهايل شريعت ۽ طريقت تي استقامت سان عمل ڪري ڏيکاريون جنهن لاءِ **حضرت سڄڻ سائين** مدظله العالي جن اڪثر فرمائيندا رهندا آهن ته اسان ڪي پنهنجي پير وارو طريقو پيارو آهي. سندن جي طريقي تي هلڻ لاءِ به رندن جي ضرورت آهي جيڪڏهن اهڙي سچائي، محبت، استقامت اختيار نه ڪبي ته الله وارن جي ان روحاني تعليمات ڪي بين تائين پهچائي ڪونه سگهنداسون. مگر خود سندن جي فيوض و برڪات ڪان محروم ٿي وينداسون، **حضور سهڻا سائين** رحمة الله عليه جن اسان جي سستين ۽ ڪوتاهين ڪي ڏسندي فرمائيندا هئا ته ائين ڪرڻ سان اوهين پنهنجي فيوض و برڪات حاصل ڪرڻ جا ته در بند ٿا ڪيو مگر بين ڪي به محروم ٿا ڪيو. اسلامي سال جي ابتداء ۽ انتها اوهان اسان ڪي قرباني ۽ استقامت جو درس ڏين ٿا پاڻ مدظله جن جي صحبت ۾ سمورو سال تبليغ ۽ تعليم ۾ اڳتي وڪون وڌائڻ جو درس ملندو آهي. الحمدلله! حضرت صاحب جن جي تعليمات، فيوض و برڪات، سندن جي غلامن جي استقامت جي ڪري لکين انسان سڌري صالح بڻها ٿي رهيا آهن ۽ انشاء الله ٿيندا رهندا هي عاجز پنهنجو پاڻ ڪي ڏسندي محسوس ٿو ڪري ته الله

وارن جي غلامن کي پنھنجا قدم سوچي سمجھي کڻڻ گھرجن.
هن محرم الحرام 1438ھ جا ڏھاڙا اسان جي ايمان کي تازگي بخشيندا.

**حضرت قبلہ سجڻ سائين** مدظلہ العالي جن جون دعائون ۽ نظرڪرم، اسان کي زندگي جي حقيقي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ گھڻو مددگار ثابت ٿينديون. ڪربلا جھڙن واقعن ۾ رب ڪريم ملائڪن کي فرمايو هو: **اني اعلم مالا تعلمون** "تحقيق مان ڄاڻان ٿو تہ توهان نٿا ڄاڻو" جھڙا ڪيئي راز سمايل هوندا آهن، اهڙي طرح صاحب شريعت بزرگن جي تعليمات ۾ بہ بيشمار برڪتون، پلايون، فيوض و برڪات ۽ دين و دنيا جا هزارين فائدا هوندا آهن.اچو تہ حسنين ڪريمين جي سيرت جو دل جي گھرائيءَ سان مطالعو ڪري سندن جي استقامت، عفو درگذر، حلم وحيا، صبر مان سھڻا سبق ۽ اهل بيت جي حقيقي محبت ۽ اطاعت حاصل ڪريون.

الله تعالىٰ کان دعا آهي تہ رورس گير (پوئتي هٽڻ) ۾ وجڻ کان قدم اڳتي وڌائڻ گھرجي بين جي رنگن ڍنگن کي ڇڏي پنھنجي پير ڪامل واري رنگ ۾ ئي رهون تہ فائدي ۾ هوندا سين.

## قبولِ اسلام

**تاريخ 20.8.2016 تي ج.ا.م ضلع ملير جي سرگرم اڳواڻ ۽ جامع مسجد الفلاح ٽرسٽ** (رجسٽرڊ) **گبول اسٽاپ گڏاپ روڊ جي خطيب حضرت الحاج خليفہ محمد رمضان گبول طاهري جي هٿن تي** (ٽنڊوالھيار) **جو هڪ ڀيل خاندان بخوشي رضا مشرف بہ اسلام ٿيو. جن جا اڳوڻا ۽ اسلامي نالا هي آهن:**

**جمعو** (**جمن**)، **بصران** (**بصران**)،

**ملوڪ** (**محمد ملوڪ**)، **ميرزادي** (**ميرزادي**)

**الله تعالىٰ حاجي صاحب موصوف جي مساعي جميلہ کي قبول فرمائي ۽ مذڪوره نَوَن مسلمانن کي دين برحق تي استقامت نصيب فرمائي. آمين.**

قسط پهرين

# امهات المؤمنين

مولانا عبدالقدير شيخ طاهري

رسول مکرم ﷺ جن جون ازواج مطهرات يقينًا تمام مسلمانن جون مائرون آهن ڇو ته هر نبي امة لاءِ روحاني پيءُ جي حيثيت رکي ٿو ته والد جي منڪوحه ماءُ ئي آهي ان معاملي ۾ ته الله تعالىٰ جو فيصلو به واضح آهي ته:

**اَلنَّبِيُّ اَوۡلٰى بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ مِنۡ اَنۡفُسِهِمۡ وَاَزۡوَاجُه اُمَّهٰتُهُمۡ** (سورة احزاب)

نبي ڪريم ﷺ مؤمنن لاءِ سندن جان ڪان زياده عزيز۽ قريب آهن ۽ سندن جون ازواج مطهرات امة مسلمه جون مقدس مائرون آهن.

پاڻ ڪريم ﷺ ته پيءُ ڪان به زياده شفيق رحيم ڪريم آهن جو اسان جي تڪليف جي ڪري سندن کي بي حد ڏک پهچي ٿو جيئن ارشاد باري تعالىٰ آهي:

**لَقَدۡ جَآءَكُمۡ رَسُوۡلٌ مِّنۡ اَنۡفُسِكُمۡ عَزِيۡزٌ عَلَيۡهِ مَا عَنِتُّمۡ حَرِيۡصٌ عَلَيۡكُمۡ بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ رَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ** (سورة توبه)

بيشڪ توهان وٽ رسول مکرم ﷺ تشريف فرما ٿيا آهن جن کي توهان جو تڪليف ۾ پوڻ تمام ڏکيو ٿو لڳي اهي توهان جي ڀلائي چاهين ٿا ۽ مسلمانن تي نهايت رحم فرمائڻ وارا آهن، پاڻ اهو ئي چاهين ٿا ته هر هڪ امتي نيڪيون ڪندو رهي تاڪه خدا جي حضور ۾ سرخرو ۽ ڪامياب پهچي الله تعالىٰ جي عذاب ۽ ناراضپي ڪان ڇوٽڪارو لهي.

پاڻ ايتري قدر همدرد ۽ شفيق آهن جو بخاري شريف ۾ حديث آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي ته هر ايمان واري جو سڀ ڪان وڌيڪ مان خيرخواه آهيان ايستائين جو اگرڪنهن قرض ڇڏيو آهي (۽ مال نه آهي) پاڻ فوت ٿي ويو آهي ته قرض گهرندڙ مون وٽ اچن ته مان ان جو قرض ادا ڪندس ڇو ته مؤمن جو

قريب مان آهيان ان مقدس ذات جي ازواج مطهرات کي اهو مقام ملڻ گهرجي جيڪو عورت جو اعليٰ مقام هوندو آهي.

اهو ماءُ جو رشتو آهي ان مقدس هستي لاءِ ئي فرمان نبوي آهي:

**اَلْجَنَّةُ تَحْتَ اَقْدَامِ الْاُمَّهَاتِ** ”جنت ماءَ جي پيرن هيٺان آهي“. انهن مقدس ازواج مطهرات سان محبت، پيار، سهڻو سلوڪ ماءُ جهڙو ئي رکڻ گهرجي ۽ اهو عقيدو هڪ مؤمن لاءِ لازمي آهي ته انهن جو احترام ۽ ادب نجاة جو ذريعو آهي هر مؤمن کي انهن مائرن تي ناز آهي ڇو ته دنيا جي ڪا به عورت انهن جي برابر شان، مان، عزت، مرتبي ۾ نه ٿي ٿي سگهي.

ارشاد باري تعالىٰ آهي:

**يٰنِسَاءَ النَّبِيِّ لَسْتُنَّ كَاَحَدٍ مِّنَ النِّسَاءِ** (الاحزاب)

اي نبي ڪريم ﷺ جون ازواج مطهرات، دنيا جي ڪا به عورت توهان جي برابر نه آهي، ازواج مطهرات جو شان بلند و بالا اعليٰ نرالو آهي تقوىٰ، پرهيزگاري صبر، قناعت، ڪنهن به خوبي ۾ ڪا به عورت برابر ٿي نه ٿي سگهي، قرآن پاڪ جو قطعي فيصلو آهي. مقدس امهات المؤمنين جي زندگي جي حالات ۽ انهن جي رهڻ، سهڻ جي طريقي کي معلوم ڪرڻ جي ائين ئي ڪوشش ڪرڻ گهرجي جيئن ڪنهن جي ماءُ فوت ٿي چڪي هجي وڏو ٿي ان جي حالات کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ جاڪوڙ ڪندو آهي بلڪل ائين ئي ازواج مطهرات جي زندگي کي پنهنجي مشعل راه بنائي انهن جو اٿڻ ويهڻ، عبادت، رياضت، صبر شڪر، ذڪر، فڪر کي معلوم ڪري اهو ئي طريقو اهو ئي ڪردار اپنايو وڃي ۽ پنهنجي زندگي کي بامقصد ۽ بهتر کان بهتر بنايو وڃي. ۽ جهڙي طرح ماءُ پيءُ ۽ ٻين بزرگن کي وقتًا فوقتًا ايصال ثواب ڪيو ويندو آهي اهڙي طرح اسان کي پنهنجي مائرن (ازواج مطهرات) جي لاءِ به ايصال ثواب جو اهتمام ڪرڻ گهرجي. اهي مائرون انتهائي مقدس آهن انهن حضور ﷺ جن لاءِ سڀ ڪجهه قربان ڪيو انهن سيني جو تعلق اعليٰ خاندان سان آهي.

امّ المؤمنين حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها دولتمند هئي وڏي سندن جي تجارت هئي اعلىٰ گهراڻي سان سندن جو تعلق هو، قريش خاندان ۾ باوقار ممتاز خاتون سندن جي حيثيت آهي. سندن جي شرافت، پاڪدامني جي ڪري مڪ وارا سندن کي **"طاهره"** جي لقب سان سڏيندا هئا.

حضور ﷺ جن جي اخلاق عادات ڪريمہ جمال صورت ڪمال سيرت ڏسي حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها پاڻ ئي نڪاح جي پيشڪش ڪئي. جيڪا پاڻ ڪريم ﷺ قبول فرمائي اشراف قريش جي مجمع ۾ باقائده نڪاح ٿيو جان نثار وفاشعار حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جي حضور ﷺ جن سان محبت هئي، ان محبت، خلوص جي ڪري پاڻ هر شيء آقا ﷺ تي قربان ڪري ڇڏيائون. حضور ﷺ جن جي غلامي ۾ اچڻ جي ڪري دنيا جون تڪليفون بہ آيون، شعب ابي طالب ۾ محصور (قيد) ڪيو ويو. گهر ۾ فاقہ ڪشي ساده زندگي بسر ڪرڻي پئي مشڪل حالات کي خنده روئي ۽ بلند اعلىٰ حوصلہ سان برداشت ڪيائون بلڪ هرمشڪل مقام (جڳهہ) تي حضور ﷺ کي تسلي ڏيندي رهي.

حضور ﷺ جن حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جي متعلق هن ريت فرمايو: قسم آهي انهيءَ ذات جو جنهن جي دست قدرت ۾ منهنجي جان آهي الله تعالىٰ مون کي خديجة الڪبرىٰ کان بهتر زوجہ عطا نہ فرمائي منهنجي مٿان ان وقت ايمان آندائين جنهن وقت مون کي دنيا ڪاذب (ڪوڙو) سمجهيو ۽ پنهنجو مال ان وقت منهنجي تصرف ۾ ڏئي ڇڏيو جنهن وقت مون کي ڪير بہ ڪجهه بہ ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئو.

پاڻ فرمايائون تہ خيرنساء العالمين ۾ مريم بنت عمران لکيو آهي ان کان بعد خديجہ بنت خويلد ان کان بعد حضرت فاطمہ بنت محمد ﷺ ان کان بعد آسيہ (زوجہ فرعون) آهي سندن جي بي مثال محبت تعلق قرباني جي ڪري الله تعالىٰ حضرت جبرائيل عليہ السلام جي واسطہ سان حضرت خديجة الڪبرىٰ ڏانهن سلام موڪليا.

حضرت جبرائيل عليہ السلام حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو توهان وٽ هاڻي ٿانوَ ۾ ڪاڌو کڻي حضرت خديجة الڪبرىٰ اچي رهي آهي جيئن اچي ته ان کي الله تعالىٰ جا سلام چئو ۽ ان کي بشارت ڏيو ته الله تعالىٰ جنت ۾ توهان جو خاص مقام بنايو آهي.

حضور ﷺ اڪثر بيشتر حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جي تعريف فرمائيندا رهندا هئا ايستائين جو حضرت عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ رسول الله ﷺ جي محبت حضرت خديجة الڪبرىٰ سان ايتري هوندي هئي جو مون کي رشڪ ايندي هئي تہ ڪاش! مون سان بہ ايتري محبت رکن. حضرت عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ :

**مَاغَرَتُ عَلَىٰ احد مِن نساءِ النبي ﷺ مَاغَرَتُ علىٰ خديجةً وما رايتها.**

مان حضور ﷺ جي ازواج مطهرات مان ڪنهن تي بہ ايترو رشڪ نہ ڪيو جيترو حضرت خديجة رضي الله عنها تي ڪيو، حالانڪہ مون سندس کي ڏٺو بہ نہ هو.

حضور ﷺ جن جي پهرين زوجہ محترمہ حضور ﷺ جن جي رفاقت ۾ پنجويھ سال نعمت عظمىٰ سان بهرور رهي. جيستائين حال حيات رهي تيستائين حضور ﷺ جن ٻيو نڪاح نہ ڪيو حضور ﷺ جي سموري اولاد حضرت خديجة الڪبرىٰ مان ٿي آهي. سواءِ هڪ فرزند حضرت ابراهيم عليہ السلام جي. هجرت کان ٽي سال اڳ بعثت جي 10 سال بعد سندن جو انتقال ٿيو.

حضور ﷺ جن پنهنجي هٿن مبارڪ سان قبر ۾ رکيو سندن جي وفات کان بعد حضور ﷺ ٻيو نڪاح ڪيو پر هميشہ پاڻ حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها کي ياد ڪندا هئا جو جڏهن بہ پاڻ کو بہ ٻڪري جو صدقہ ڪندا هئا تہ پهريان حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جي سهيلين ڏانهن موڪليندا هئا. حضور ﷺ جن حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جي وفات واري سال کي **عام الحزن** (غم جو سال) قرار ڏنو. **(هلندڙ)**

# المنجيات في ترجمة المنبهات

قسط چوٿين

مولانا محمد عرس ٽاٽڙي عرف مفتي مختار احمد طاهري

بابُ الثُّلاثِيّ

(هي) ٽن ٽن (نصيحتن جو باب آهي)

رُوِيَ عَنِ النَّبِيِّ ﷺ انّه قَالَ مَنْ اَصْبَحَ وَهُوَ يَشْكُوْ ضِيقَ الْمُعَاشِ فَكَاَنَّمَا يَشْكُوْ رَبَّهُ وَمَنْ اَصْبَحَ لِاُمُوْرِ الدُّنْيَا حَزِيْنًا فَقَدْ اَصْبَحَ سَاخِطًا عَلَي اللهِ وَمَنْ تَوَاضَعَ لِغَنِيٍّ لِغِنَاهُ فَقَدْ ذَهَبَ ثُلُثَا دِيْنِهِ.

ترجمو:(حضور پاڪ) نبي ڪريم ﷺ جن ڪان روايت آهي، پاڻ ﷺ جن فرمايو: ته جنهن شخص صبح (ننڊ) مان اٿندي ئي، رزق جي تنگي (جي شڪايت) ڪئي ته ان ڄڻ ته پنهنجي رب جي شڪايت ڪئي ۽ جيڪو شخص صبح سان ئي (ننڊ مان) دنياوي ڪمن جي، غم و فڪر (محبت دنيا ۾) اٿيو ته اهو (الله تعالي جي عطا ڪيل نعمتن) کان ناراضگي جي حالت ۾ (ننڊ) مان اٿيو. ۽ جيڪو ماڻهو، دنيادار جي اڳيان انجي دولت جي ڪري ئي، عاجزي ڪندو ته ان شخص جي ديناري جا ٽن حصن مان ٻه حصا ختم ٿي ويندا.

عَنْ اَبِيْ بَكْرِنِ الصِّدِّيْقِ ثَلَاثٌ لَا يُدْرَكُ بِثَلَاثٍ اَلْغِنيٰ بِالْمُنيٰ وَالشَّبَابُ بِالْخِضَابِ وَالصِّحَّةُ بِالْاَدْوِيَةِ.

ترجمو: حضرت ابوبڪر صديق (رضي الله تعالي عنه) ڪان منقول آهي ته ٽي شيون ٽن شين سان حاصل نه ٿيون ڪري سگهجن، صرف سڌن ۽ خواهشن سان (عملي طرح محنت ۽ ڪوشش ڪرڻ ڪان سواءِ) دولت حاصل نه ٿي ڪري سگهجي ۽ خضاب (ڪاري رنگ) سان جواني حاصل نه ٿي ڪري سگهجي ۽ دوائن سان تندرستي (الله تعالي جي مدد ڪان سواءِ) حاصل نه ٿي ڪري سگهجي.

عَنْ عُمَرَ حُسْنُ التَّوَدُّدِ اِلَى النَّاسِ نِصْفُ الْعَقْلِ وَ حُسْنُ السُّوَالِ نِصْفُ الْعِلْمِ وَحُسْنُ التَّدْبِيْرِ نِصْفُ الْمَعِيْشَةِ.

حضرت عمر(رضي الله تعالي عنه) فرمايو ته ماڻهن سان محبت

(همدردي) سان پيش اچڻ اڌ عقلمندي آهي ۽ سنجيدگي سان (عالم کان) سوال پڇڻ اڌ علم آهي ۽ سنجيدگي (سچائي) سان رزق جي تلاش ڪرڻ اڌ روزي آهي.

عَنْ عثمان مَنْ تَرَكَ الدُّنْيَا اَحَبَّهُ اللّٰهُ تعَالىٰ وَمَنْ تَرَكَ الذّنُوبَ احَبّهُ الْمَلَائِكَة وَمَنْ حَسَمَ الطَّمَعَ عَنِ الْمُسْلِمِيْنَ احَبّهُ الْمُسْلِمُوْنَ.

حضرت عثمان (رضي الله تعالي عنه) کان روايت آهي ته جيڪو شخص، دنيا (جي محبت) کي ڇڏيندو ته الله تعالي انکي (پنهنجو) محبوب بنائيندو ۽ جيڪو شخص گناهن کان (سچي) توبه ڪندو ته ان کي فرشتا (پنهنجو) محبوب بنائيندا ۽ جيڪو شخص مسلمانن (جي مال) ۾ لالچ نه رکندو ته انکي، مسلمان(پنهنجو)محبوب بنائيندا

عَنْ علي اِنَّ مِنْ نَعِيْمِ الدُّنْيَا يَكْفِيْكَ الْاِسْلَامُ نِعْمَة وَاِنَّ مِنَ الشّغْلِ يَكْفِيْكَ الطّاعَةُ شُغْلا وَاِنّ مِنَ الْعِبْرَةِ يَكْفِيْكَ الْمَوْتُ عِبْرَة.

ترجمو: حضرت علي (رضي الله تعالي عنه) فرمايو بي شڪ، دنيا جي نعمتن مان تنهنجي لاءِ اسلام ئي (سڀ کان وڏي ) نعمت آهي ۽ تنهنجي لاءِ (سڀني مصروفتين) مان (بهترين) مصروفيت اطاعت الاهي ئي آهي ۽ عبرت ۽ نصيحت (وارن عملن مان) مان، موت ئي تو لاءِ وڏي نصيحت ۽ عبرت آهي.

عَنْ عَبْدِاللّٰه بن مَسْعُوْد كَمْ مِّنْ مُسْتَدْرَجٍ بِالنّعْمَةِ عَلَيْهِ وَكَمْ مِنْ مّفْتُوْنٍ بِالثّنَاءِ عَلَيْهِ وَكَمْ مِنْ مّغْرُوْرٍبِالسَّتْرِ عَلَيْهِ

ترجمو: حضرت عبد الله بن مسعود (رضي الله تعالي عنهما) کان روايت آهي ته ڪيترائي (نعمتن سان نوازيل) ماڻهو اهڙا آهن جو انهن کي، انهن نعمتن (جي ناشڪري) ڪرڻ لاءِ مهلت ڏني ويئي آهي ۽ ڪيترائي ماڻهو اهڙا آهن جو پنهنجي تعريف تي تڪبر ۽ غرور (جي فتني) ۾ ڦاٿل آهن ۽ ڪيترائي ماڻهون اهڙا آهن جو انهن جي براين ۽ گناهن تي پرده پوشي هجڻ جي ڌوکي ۾ (گناهن ڪرڻ تي دلير) آهن.

عَنْ دَائوُدَ النَّبِيِّ قَالَ اُوْحِيَ فِي الزَّبُوْرِ حَقٌّ عَلَي الْعَاقِلِ اِنْ لَا يَشْتَغِلَ اِلَا بِالثَّلَاثِ تَزَوُّدٌ لِمَعَادٍ وَّ مؤُنَةٌ لِمَعَاشٍ وَّطَلَبُ لَذَّةٍ بِحَلَالٍ.

ترجمو:حضرت دائود نبي عليہ الصلوٰة والسلام تي زبور ڪتاب ۾ وحي (حڪم الاهي) آيل آهي تہ عقلمند شخص تي واجب آهي تہ ٽن ڪمن ۾ ئي مشغول رهي، آخرت جي تياري وارن عملن ۾ مشغول رهي ۽ (بقدر ضرورت) روزي ڪمائڻ تي ڪفايت ڪري ۽ جائز لذتن تي ئي اڪتفا ڪري(حرام ۽ناجائزلذتن ڪان) پرهيزڪري

عَنْ اَبِي هُرَيْرَةَ اَنَّهُ قَالَ قَالَ النَّبِيُّ ﷺ ثَلَثٌ مُّنْجِيَاتٌ وَّثَلَثٌ مُّهْلِكَاتٌ وَّثَلُثُ دَرَجَاتٌ وَّثَلُثُ كَفَّارَاتٌ اَمَّا الْمُنْجِيَاتُ خَشْيَةُ اللهِ تَعَالٰي فِي السِّرِّ وَالْعَلَانِيَةِ وَالْقَصْدُ فِي الْفَقْرِ وَ الْغِنٰي وَالْعَدْلُ فِي الرِّضَآءِ وَالْغَضَبِ وَاَمَّا الْمُهْلِكَاتُ شُحٌّ شَدِيْدٌ وَّهَوِي مُّتَبَعٌ وَّاِعْجَابُ الْمَرْءِ بِنَفْسِهِ وَاَمَّا الدَّرَجَاتُ فَاِفْشَآءُ السَّلَامِ وَاِطْعَامُ الطَّعَامِ وَالصَّلٰوةُ بِاللَّيْلِ وَ النَّاسُ نِيَامٌ وَاَمَّا الْكَفَّارَاتُ فَاِسْبَاغُ الْوُضُوْءِ فِي السَّبَرَاتِ وَنَقْلُ الْاَقْدَامِ اِلَي الْجَمَاعَاتِ وَاِنْتِظَارُ الصَّلٰوةِ بَعْدَ الصَّلٰوةِ.

حضرت ابو هريره (رضي الله تعاليٰ عنہ) نبي ڪريم ﷺ کان روايت فرمائي آهي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو 3 شيون نجات ڏياريندڙ آهن ۽ ٽي هلاڪ ڪندڙ آهن ۽ ٽي شيون درجا بلند ڪندڙآهن ۽ ٽي شيون گناهہ مٽائيندڙ آهن. نجات ڏياريندڙ ٽي شيون هي آهن: 1. اڪيلائي ۽ ماڻهن جي موجودگي ۾ الله تعاليٰ کان ڊڄڻ. 2. غربت ۽ خوشحالي ۾ قناعت اختيار ڪرڻ 3. غصي ۽ خوشي جي وقت ۾ عدل و انصاف ڪرڻ.ٽي شيون هلاڪ ڪندڙ هي آهن: 1. انتها درجي جي بخيلي ۽ ڪنجوسي ڪرڻ. 2. نفساني خواهشن جي پيروي ڪرڻ 3. پنهنجي تعريف پاڻ ڪرڻ ۽ بين کان پاڻ کي ڀلو سمجهڻ . درجا بلند ڪندڙ ٽي شيون هيءَ آهن: 1. سلام کي ڦهلائڻ ۽ عام ڪرڻ 2. ماڻهن کي کارائڻ ۽ پيارڻ 3. ماڻهو ستل هجن تہ ان وقت اٿي نماز تهجد پڙهڻ.ٽي شيون جيڪي گناهہ مٽائيندڙ آهن: 1. سخت سردي جي حالت ۾وضو ناهي ناهي ڪرڻ. 2. جماعت جي نماز لاءِ پنڌ ڪري وڃڻ 3. هڪ نماز جي ادا ڪرڻ کان بعد ٻي نماز جي وقت جو انتظار ڪرڻ.

# حضرت سهڻا سائين اهل الله عليہ الرحمة

قسط پنجين

ڊاڪٽر عبدالرحيم چنہ "بيدار طاهري"

**ڏاري 1981-82 :1**

اجان دادو— مورو پُل ڪانہ نهي هئي، هي عاجز حضرت صاحب جن کي ڪار تي ڪنديارو کان لاڙڪاڻو ۽ لاڙڪاڻو کان فقيرپور شريف يارهين شريف تي کڻي ويندو هو، هڪ دفعي صبح جو سوير درگاهہ الله آباد شريف کان نڪري لاڙڪاڻي وجي رهيا هئاسون، ڪنديارو کان ڪلوميٽرجي مفاصلي تي ڳوٺ ڄام نورالله وٽ پهتاسين، گاڏي تيز هلي رهي هئي، اچانڪ هڪ گهوڙو ڪنهن گهر مان ٽهي، ڪِلو پٽرائي ٻاهر ڀڳو آيو، ڪلو ۽ رسو بہ ڳچيءَ سان ٻڌل هئس، جيئن جو تيز ڊڪندو آيو تہ سڌو اسان جي سامهون روڊ تي پهچي ويو، سامهون هڪ ٽرڪ پئي آئي، مان پريشان ٿي ويس، ڪار کي ساڄي پاسي لاڙيان پيو تہ ٽرڪ هئي، سامهون گهوڙو اچي ويو، منهنجون وايون بتال ٿي ويون، بس ائين سمجهيم تہ اجهو ٿو ايڪسيڊنٽ ٿئي! جهٽ پٽ سائين جن ڏي خيال هليو ويو تہ ههڙا بزرگ گڏ ويٺا آهن، انشاء الله ڪجهہ نہ ٿيندو، ٿورو زور سان چيم سائين گهوڙو ۽ ائين ڪٿي اکيون پوريم، اکيون پوري، ڪوليان تہ ڏٺم تہ گهوڙو ڪلي ۽ رسي سوڌو ڪار جي ساڄي پاسي بينو آهي ۽ ڪار اڳتي نڪري وئي، خوشي ۾ دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وئي، اکين ۾ پاڻي اچي ويو، ۽ ڏٺم تہ منهنجي محبوب مرشد حضرت سهڻا سائين عليہ الرحمة هڪ نرالي انداز، ساهہ کي سونهن بخشيندڙ دلين کي تازگي ڏيندڙ، مٺڙ مٺڙ مسڪراهٽ سان سامهون روڊ ڏي ڏسي رهيا آهن، مان ڪجهہ ڊپ، شرم کان (دل ۾ پاڻ کي قصور وار سمجهندي) ڪجهہ ڊڄندي ڊڄندي عرض پئي ڪيم سائين اوچتو گهوڙو اچي ويو.......!

حضور سهڻا سائين جن ڳالهہ ڪتي پيار ۽ پابوهہ مان بنا ڪنهن ڪاوڙ ۽ ناراضگي جي پنهنجائپ واري احساس ۽ بردباري واري نموني فرمايو "ائين ٿيندو آ، خبر آ" حضور جو ائين فرمائڻ سان منهنجي مٿان سڀ ڏک، ڊپ، سڀ دور ٿي ويا. بقول پٽائي جي:

**ڪڪر منجهہ ڪُپار، جُهڙ نيٺون نہ لهي،**
**جهڙا منهنجا سپرين تهڙا ميگهہ ملهار،**
**ڪڻ اڪيون ڪل يار تہ وجن سور سنڌا ڪري**

2: حضرت صاحب جن حقيقي خيرخواهہ دين، دنيا جا، قبر حشر جا، گهرٻار جا، زرو زمين جا، مطلب تہ ڪنهن بہ مريد، فقير ڪي ڪٿي بہ ڪنهن بہ عمل ۾ گهٽ ڏسڻ پسند نہ فرمائيندا هئا. بہ مثال بيان ڪجن ٿا:

1): حيدرآباد کان ڪار ذريعي درگاهہ الله آباد شريف مان سائين جن سان گڏ اچي رهيو هئس، قاضي احمد پرسان لنگهندي هڪ ننڍڙو گلر (ڪتو) ڪار اڳيان اچي ويو، مون ڦهريان سوچيو بريڪ هڻان، پر وري سوچيم گلر مٿان ڪار چاڙهي نڪري وڃجي. سائين جن آرام ڪري رهيا آهن، گاڏي جي اندر آواز ڪو نہ ايندو. اها سوچ ايندي حضرت صاحب تڪڙ ۾ سجاڳ ٿيا، هٿ سان عاجز کي روڪيندي اگهتي جلدي فرمايائون تہ آهستي آهستي،خدا جي مخلوق آ، مارڻ ڏوهہ آهي، ۽ مون بريڪ تي پير رکيو ڪار بيهي رهي، گلر آهستي آهستي روڊ جي پرينءَ پر هليو ويو.

عاجز کي بہ گناهہ (جيڪو خدا وٽ تہ ضرور لکجي ها) کان بچايائون ۽ سچ پڇو تہ اهو واقعو ايترو تہ دل ۾ گهر ڪري ويو آهي، جو جڏهن بہ عاجز ڪنهن ساهہ واري تي ظلم، زبردستي ڏسندو آهي تہ اهو واقعو حضرت صاحب وارو ياد ايندو آهي، دل ۾ ڏک ٿيندو آهي تہ ڪاش! اسان انسان جيڪڏهن خدا جي مخلوق، هر ساهہ واري کي جيئندان ڏيون تہ شايد اڄ پاڻ ۾ ائين نہ وڙهون هان، ڪتن جيان هڪ ٻئي جي رت جا پياسي نہ بڻجون هان، هڪ ٻئي جي گهرن جي تباهي جو نہ سوچيون هان، ڪاش! الله تعاليٰ اسان کي هدايت ۽ سمجهہ ڏئي.هي ظاهر ظهور ڪرامت هئي جو ننڊ ۾ آرامي حضرت سهڻا سائين جن منهنجي ظالمانہ سوچ تہ ڪتو ماريندو نڪري وڃان ۽ حضرت سهڻا سائين ننڊ مان بيدار ٿي هٿ سان روڪي ورتو.دوستو بظاهر ننڍڙو گلر (ڪتو) مارڻ ايڏو مسئلو ڪو نہ هيو پر حضرت صاحب ڪنهن بہ ساهہ واري تي ظلم برداشت نہ ڪندا هئا، صاحبِ شريعت هئا،

رسول الله ﷺ ۾ فنائيت هئي جيئن نبي سائين هرڻيءَ کي جئندان ڏنو هو. اها سيني کي خبر آهي هت بہ ساڳئي نموني ساھ واري جي بچائڻ جي اُڻ تُڻ هئي.

2: ڪنهن بہ مريد لاءِ اهو پسند نہ فرمائيندا هئا تہ ڪو دين اسلام جي خلاف ڪم ڪري سو بہ سندن سامهون ٿئي، برداشت ڪرڻ مشڪل هو، فقيرپور شريف ۾ وينا هئاسين صرف عاجز ۽ هڪ بہ فقير حضرت صاحب سان وينا هئاسين هڪ فقير ٻاهران آيو، ڳالھ شروع ڪيائين تہ سائين فلاڻي پير وٽ ويس، پير پاڻ ٻپهري نماز تي آيو سندس پٽ ڪو نہ آيو ۽ 4 بجي آيو. ڏاڙهي ننڍي ۽ ڳلا ۾ شروع هو، حضرت صاحب هٿ جي اشاري روڪيو، چهره انور متغير ٿي ويو اڻ وڻندڙ شيءِ وانگر فرمايو تہ ڪنهن جي ڳلا نہ ڪجي. ٿي سگهي ٿو ان کي ڪو شرعي عذر هجي، مطلب تہ حضرت صاحب ان کي سختي سان منع فرمائي تہ اهڙيون ڳالهيون جن سان پنهنجا عمل خراب ٿين، خدا جو ڏوھ آهي، سي نہ ڪجن، ڳلا بظاهر معمولي سمجهي ويندي آهي پر ڏنو وڃي تہ سخت ڪان سخت ڏوھ آهي، ٻيا ڏوھ تہ بخشجي سگهجن ٿا پر اهو ڏوھ سو ان ماڻهوءَ جي، جنهن ڳلا ڪئي وڃي ان جي بخشائڻ ڪان سواءِ بخشجي بہ نہ سگهندو. وغيره وه واه.

عام طرح سان الله جا ولي سوا ڪنهن ضرورت جي هرويرو ڪرامت نہ ڏيکاريندا آهن، ڪنهن بزرگ جي دربار تي ڪو ماڻهو آيو، بہ ٽي ڏينهن رهي بنا مريد ٿيڻ جي موٽيو پئي ويو تہ بزرگ گهرائي پڇيس تہ ابا! چو پيوموٽي وڃين؟ چيائين تہ سائين هت ڪا ڪرامت ئي ڪانہ ڏٺم،مريد ڪيئن ٿيان؟ بزرگ فرمايو ابا ڪا اسلام، شريعت جي خلاف ڳالھ ڏٺئي؟چيائين تہ نہ، وري پڇيائين تہ پلا نماز 5 وقت تهجد، ڏندڻ ڏاڙهي، پٽڪو يعني سنت رسول هت آهي يا نہ؟ چيائين ها، اهي ڪم تہ گهڻو ڪري سيني مريدن کي ڪندي ڏٺم. بزرگ فرمايو هن ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڪرامت چئجي جو هر ماڻهو شريعت اسلام جو پابند ٿئي، گناهن جا ڪم ڇڏي، نفس شيطان جي چنبي ڪان بچي، اها توکي معمولي ڳالھ ٿي معلوم ٿئي! ڪرامت ڪان وڌيڪ اها استقامت آهي،همراه خوش ٿي ذڪروني مريد بنجي سعادت حاصل ڪئي. **(هلندڙ)**

# ماھ صفر

## اعجاز احمد ورياھ طاھري

**قرآن مجيد ۾ ارشاد آھي:**

بيشڪ مھينن جو تعداد الله تعاليٰ جي ڪتاب ۾ الله تعاليٰ وٽ ٻارنھن آھي. مذڪوره آيت ڪريمہ ۾ سال جي ٻارنھن مھينن جو ذڪر آھي چنڊ جي مھينن ۾ سال جي تقسيم ڪنھن انسان جو فعل نہ آھي بلڪ خالق ارض و سماء پھرين ڏينھن کان ھي بہ محڪم نظام قائم فرمايو آھي. انھيءَ ۾ ڪير پنھنجي خواھش جي مطابق تبديلي نٿو ڪري سگھي. ان ٻارنھن مھينن ۾ اسلامي سال جو ٻيو مھينو صفر آھي ھن مھيني ۾ تمام گھڻن بزرگن جو عرس ملھايو ويندوآھي. جنھن جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو.

سلسلہ جنيديہ ۾ حضرت سيد داتا علي ھجويري، سلسلہ قادريہ ۾ اعليٰ حضرت امام احمد رضا خان بريلوي، سلسلہ چشتيہ ۾ پير مھر علي شاھ (گولڙه شريف)، سلسلہ عاليہ نقشبنديہ ۾ حضرت امام رباني شيخ احمد فاروقي سرھندي مجدد منور الف ثاني، سلسلہ سھرورديہ ۾ حضرت غوث بھاؤالدين زڪريا ملتاني عليھم الرحمة شامل آھن

**وجہ تسميہ:**

صفر مھينو صفر بالڪسر ڪان ورتل آھي، جنھن جي معنيٰ آھي خالي ڇو تہ ھي مھينو محرم جي مھيني ڪان بعد ايندو آھي. حضور ﷺ جن جي آمد ڪان اڳ محرم جي مھيني ۾ جنگ حرام ھئي ۽ جڏھن صفر جو مھينو ايندو ھو تہ عرب گھرن ڪي خالي ڪري ڇڏي جنگ جي لاءِ روانا ٿي ويندا ھئا، ان ڪري بہ ان ڪي صفر چوندا آھن.

**غلط عقيده**

ڪجھ ماڻھو صفر ڪي منحوس سمجھندا آھن، ڪي وري ھن مھيني ۾ شادي بہ نہ ڪندا آھن. اُھي سڀ جھالت جون ڳالھيون آھن. (راحة القلوب ۽ ڪنزالخطيب)

# اچي بوءِ بهار جي.....

**فقير محمد حسن اوٺو نقشبندي طاهري**

**سابق سيڪريٽري جنرل**

ج.ا.م وجماعت اساتذه روحانيه ۽ رابطه ميمبر: ر.ط.ج

**ماڻهو سڀ نه سهڻا، پڪي سڀ نه هنج**
**ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بوءِ بهار جي**

اڄ هن سعيد تقريب جي موقعي تي بزرگن جو مٿيون قول هن عاجز جي ذهن ۾ آيو، جنهن مان ”اچي بوءِ بهار جي“ جملي کي عنوان طور انتخاب ڪري قلم جي نذر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. شال رب ڪريم هن عاجز جي معمولي محنت کي پنهنجي بارگاه ۾ قبوليت جو شرف بخشي. هن عاجز جي هدايت ۽ نجات جو ذريعو بنائي، آمين.

الله تعالىٰ سال ۾ چار مندون عطا ڪيون آهن، جن مان بهار جي مند کي وڏيڪ پسند ڪيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هن ۾ سارو سنسار مهڪي پوندو آهي.

الحمدلله! هن بهار واري مند ۾ مارچ مهيني جي 21 تاريخ سال 1963ع اڱاري جي ڏينهن درگاهه رحمت پور شريف لاڙڪاڻو ۾ حضرت خواجه **الحاج الله بخش عباسي** نقشبندي مجددي فضلي غفاري جي گهر ۾ اهڙو گل ٽڙيو، جنهن تي والدين پنهنجي ڪامل مرشد، حضرت **خواجه محمد عبدالغفار المعروف پير مٺا** رحمة الله عليه جن جو پسند ڪيل نالو مبارڪ، **محمد طاهر** رکيو، سندن جي ڪنن ۾ اذان ۽ اقامت پڻ حضور پير مٺا رحمة الله عليه جن فرمائي. هڪ دفعي سندن ڏانهن اشارو ڪندي دعا فرمايائون ته **”وڏي هوندي شير ٿيسي“**

حضور سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي گهر ۾ هن ٽڙيل گل، لخت جگر يڪتائي گوهر اهڙي ته خوشبوءِ ڪندرائي، جنهن ساري جڳ کي معطر ڪري ڇڏيو آهي. والدين جي سهڻي تربيت ۽ تعليم، سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي فيوضات و برڪات سندن جي درجات ۽ مرتبي کي ايترو ته بلند ڪيو آهي جو هر

ڪوئي ننڍو توڙي وڏو ڪين "**سڄڻ سائين**" جي سهڻي لقب سان سڏي ٿو.

اڄ جي هيءَ گڏجاڻي اسان کي دعوت ٿي ڏئي ته هن سعيد تقريب جي موقعي تي اهو عهد ڪيون ته سڄڻ سائين جن جي سوانح حيات ۽ ارشادات جو دل جي گهرائيءَ سان مطالعو ڪري پنهنجي پاڻ ۽ اولاد جي اصلاح ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين، سندن جي تعليم تي عمل ڪندي، سندن جو پيغام ٻين تائين پهچائينداسين.

**سڄڻ سائين جن جي تربيت:**

هڪ دفعي حضور سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن سيني ڳوٺ وارن کي گڏ ڪري تنبيهه فرمائي ته "جيڪڏهن اوهان اسان جا خير خواه آهيو ته اسان جي صاحبزادي کي ڪو به فقير نه پنهنجي گهر وٺي وڃي ۽ نه وري هن کي ڪو کائڻ پيئڻ جي شيء وٺي ڏئي،" ان وقت سڄڻ سائين جن جي عمر چار سال هئي. ڪين فقط سائين نصيرالدين شاهه رحمة الله عليہ جن جي گهر وڃڻ جي اجازت هوندي هئي. سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن جو اولاد شاهه سائين جن کي نانا ڪري ڪوٺيندا هئا.

**سڄڻ سائين جن ڄمندي ڄام هئا:**

سائين نصيرالدين شاهه صاحب رحمة الله عليہ جن فرمائيندا هئا ته حضرت سڄڻ سائين جن ڄمندي ئي ڄام هئا.ننڍپڻ ۾ به غير محرم عورتن جي منهن نه پوندا هئا. اسان جي گهر جو ايندا هئا ۽ ڪين پيشاب وغيره جي حاجت ٿيندي هئي ته ننڍڙن ٻارن وانگر سرعام نه ڪندا هئا مگر بيت الخلاء ۾ ويندا هئا. ساڻن جيڪو ماڻهو گڏجي ويندو هو ته ان کي ٻاهر ڪڍي پوءِ قضاءِ حاجت کان فارغ ٿيندا هئا. سڄڻ سائين جن جي حيا ۽ لڄاداري جو **راقم الحروف** چشم ديد واقعو بيان ٿو ڪري ته جڏهن پاڻ دارالعلوم قادريہ ڪراچيءَ ۾ پڙهندا هئا، اتان اکين جي علاج جي سلسلي ۾ سندن نوابشاهه اچڻ ۽ هن عاجز وٽ ترسڻ ٿيندو هو. هڪ دفعي هن عاجز کي پئسا ڏنائون ته غسل ڪرڻ وقت ٻڌڻ لاءِ ٿلهي ڪپڙي جو ٽوال وٺي اچو. هن عاجز پنهنجي سمجهه آهر ٿلهي ڪپڙي جو ٽوال وٺي آندو. پاڻ فرمايائون ته غسل ڪرڻ وقت هن مان بدن

ڏسڻ ۾ ايندو ۽ اهو ٿوال هي عاجز واپس ڪري آيو. سبحان الله! متقي ۽ پرهيزگار والدين جي تربيت ۽ فيض ڪين اهو رنگ لاتو جو اڄ سندن جي سات جا سرواڻ ۽ جماعت جا اڳواڻ آهن.

**ديني تعليم:**

پرائمري، قرآن پاڪ ۽ ابتدائي فارسي درگاهه فقيرپورشريف جي مدرسي مان حاصل ڪري، قراءت جي علم سکڻ لاءِ ستن سالن جي عمر جا هئا ته سهڻا سائين رحمة الله عليه جن ڪين مدرسه رڪن الاسلام هيرآباد حيدرآباد ۾ استاد القرآء حضرت مولانا الحاج قاري محمد طفيل صاحب نقشبندي رحمة الله عليه جن وٽ ڇڏيو. هن مدرسي جا باني، سلسله نقشبنديه جا مشهور بزرگ حضرت مولانا مفتي محمودالوریٰ رحمة الله عليه جن هڪ دفعي سڄڻ سائين ۽ سندن ساٿين ڏانهن اشارو ڪندي فرمائڻ لڳا ته الله تعاليٰ جا لک شڪر آهن جو هن پُرفتن دؤر ۾ اسان کي ذاڪر، شاڪر ۽ تهجد گذار طالب عطا ٿيا آهن. درسِ نظامي درگاهه الله آباد شريف جي مدرسه جامعه عربيه غفاريه بخشيه ۾حاصل ڪيائون. ﮬ سال پنهنجي پيران ڪبار جي خاندان حضرت خواجه فضل علي قريشي رحمة الله عليه جن جي ڏوهٽي، نهايت متقي پرهيزگار، ماهر عالمِ دين سائين رفيق احمد شاهه صاحب وٽ پڙهيا. دؤره حديث ۽ ديگر علوم المرڪز قادريه ڪراچيءَ ۾ مولانا منتخب الحق جهڙن جيّد عالمن وٽ پڙهيا. ان بعد درگاهه الله آباد جي پنهنجي اداره ۾ درس و تدريس ۽ صدر مدرس جا فرائض انجام ڏيندا رهيا ۽ حضور سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کان روحاني تعليم، فيض و برڪات حاصل ڪندا رهيا. ان وقت سندن جي عمر 17 سال هئي.

**خرقہ خلافت:**

سال 1982ع ۾ حضور قبله عالم سهڻا سائين رحمة الله عليه، طريقه عاليه جي اشاعت لاءِ پنهنجي نور نظر، يڪتاءِ گوهر حضرت قبله سڄڻ سائين مدظله العالي جن کي اجازت فرمائي ان وقت سندن عمر 19 سال هئي.

**شادي خانہ آبادي:**

20 سيپٽمبر 1983ع تي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي

عاشق، صادق مريد، ڊاڪٽر حاجي عبداللطيف چنه عليہ الرحمة جي دختر نيڪ اختر سان حضرت سجڻ سائين جن جي شادي ٿي. هي عاجز تنظيمي اجلاس جي ڪري ان موقعي تي درگاهه شريف تي حاضر هو. ڪا به رسم و رواج نظر ڪو نه آيو. بلڪ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جماعت، خصوصًا علماءِسان مخاطب ٿيندي فرمايائون ته اڄ صاحبزاده صاحب جن جي شادي ڏسو ڪيئن ٿي ٿئي؟ اڳتي ماڻهن کي اهو طريقو ٻڌايو. صبح جو ڳوٺ وارن ۽ مسافرن لاءِ هڪ جهڙو وليمي جي دعوت جو اهتمام ڪيو ويو. ڪنهن کان پوءُ يا پهات ڪو نه ورتو ويو. سهڻا سائين رحمة الله عليه جن فرمايو ته پئسو هر ڪنهن کي وڻي ٿو، اگر چاهيون ها ته لکين رپيہ گڏ ٿي وڃن ها!خصوصًا علماءکي تاڪيدڪندي فرمايائون ته ”اڄ اوهان صاحبزاده صاحب جن جي شادي ڏٺي، عوام الناس کي به اهڙي طرح سادگي سان شادي ڪرڻ جو ڏس ڏيندا.“

**مسندنشيني:**

6 ربيع الاول جي رات 1404هه تي حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي وصال بعد جيڪا سجڻ سائين جن جي تربيت ڪئي هيائون ۽ ڪين باطني ڪمالات عطا فرمايائون ۽ جيڪا جماعت اهلِ ذڪر جي ذهن سازي ڪئي هئائون ان جو پتو 7 ربيع الاول 1404هه مطابق 13 ڊسمبر 1983ع بروز اڱارو بعد نماز فجر صبح جو پيو، جڏهن سندن جي هدايات ۽ ارشادات جي روشني ۾ خلفاء و علماء ڪرام ۽ ديگر اهلِ ذڪر حضرات مرد و خواتين اتفاق راءِ سان حضرت قبله صاحبزاده صاحب، مولانا محمد طاهر المعروف سجڻ سائين جن جي بيعت ڪئي.جڏهن تمام خلفاء، علماء ۽ فقراء تجديد بيعت لاءِ اڳتي وڌيا ته ان وقت عجيب منظر هو، قبله سجڻ سائين جن بمشڪل گريہ ضبط ڪندي بيعت وٺڻ کان معذرت ڏيکاري. مگر جليل القدر معزز خلفاء جي گهڻي اسرار بعد بيعت ورتائون. ان موقعي تي نهايت عاجزي ۽ انڪساري جو اظهار ڪندي سجڻ سائين جن فرمايو ته :”مون ۾ ڪا به اهليت ڪانهي پر حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي طريقت کي هر قيمت

تي هلائڻو آهي. دنيا، دولت تان ته جان به هلي وڃي، پرواهه نه آهي پر طريقت کي نه ڇڏيندس، طريقت کي داغدار نه ڪندس ۽ آخري دم تائين خدمت ڪندو رهندس.“

خلفاءِ ڪرام سان مخاطب ٿيندي فرمايائون ته:”ڪنهن به خليفي صاحب کي سستي ۽ ڪاهلي جي هرگز اجازت نه آهي، حضور جن جي جاري ڪيل مشن جا پاڻ به عامل بنجو ۽ ٻين کي به بڻايو. خلافِ شرع رسم و رواج کان پري پڄو. خدانخواسته اگر رسم داخل ٿي ويئي ته سمجهو ته طريقت جو خاتمو ٿي ويو“.

گذارش آهي ته اسان پنهنجي مرشدن جي تعليمات کي وساري نه ويهون. اسان سيني لاءِ حضرت سڄڻ سائين جن جو هر فرمان دستورالعمل آهي، ان تي عمل ڪندي سندن جي اصلاحي، محبت، اتحاد ۽ اتفاق واري پيغام کي اڳتي وڌايون. پنهنجي پسند ناپسند کي شريعت ۽ طريقت جي اصولن کي مدنظر رکي تبليغي ۽ تنظيمي ڪم کي هڪ رنگ ۽ ڍنگ ۾ هلائڻ جي ڪوشش ڪيون. جنهن سان ئي جماعت ۾ يڪجهتي، اتفاق ۽ اتحاد قائم رهندو، هنن نقطن کي نظر ۾ رکندي، اسان کي ماضي ۽ حال جي آئيني ۾ پنهنجو جائزو وٺي اصلاح جي ڪوشش هڪ رنگ ۽ ڍنگ ۾ ڪرڻ گهرجي.

اسان جي اڄوڪي هيءَ تقريب، رسمي سالگرهه جو پروگرام نه پر سڄڻ سائين جن جي غلامن ۽ عقيدت مندن لاءِ سندن جو هڪ پيغام آهي ته پنهنجي اخلاقن ۽ عملن جي اصلاح ڪري، شريعت ۽ طريقت تي پابند ٿي، خلقِ خدا جي خدمت جي جذبي کي پاڻ ۾ پيدا ڪري عوام الناس کي نفعي پهچائڻ جي ڪوشش ڪريون.نبي اڪرم ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي ته:

**خير الناس من ينفع الناس** ”يعني بهترين انسان اهو آهي جيڪو ٻين انسانن کي نفعو پهچائي.“

ضور قبله عالم سڄڻ سائين جن جي اسان ۽ اوهان اهلِ ذڪر حضرات کان اها ئي تقاضا آهي.

**خدا جي خلق جي خدمت، حقيقت ۾ عبادت آ**
**اهائي روح جي راحت، اهائي دل جي دولت آ**

**حضرت سجڻ سائين جن جو ر.ط.ج حيدرآباد جي نوجوانن ڏانهن خطا:**

مسند نشيني جي پهرئين هفتي ۾ ر.ط.ج حيدرآباد جي نوجوانن ڏانهن خط ذريعي پيغام موڪليو ويو جيڪو مريض ۽ مايوس قوم لاءِ آب حيات جو اثر رکي ٿو. پاڻ لکن ٿا ته ”منهنجا پيارا! جنهن ٻه منهنجي مرشد هادي برحق جي هڪ دفعو ٻه صحبت ڪئي آهي، خصوصًا اوهان روحاني طلباء جماعت وارن، جن جي آبياري منهنجي مرشد مربيءَ خونِ جگر سان ڪرڻ فرمائي آهي. پاڻ اڪثر و بيشتر اوهان جو ذڪر ڪندي فرمائيندا هئا ته:

*پھلا پھولا رہے یارب چمن میری امیدوں کا*
*جگر کا خون دے دے کر یہ بوٹے میں نے پالے ہیں*

اوهان هن شعر مان منهنجي مرشد مربي جو پاڻ سان قلبي تعلق معلوم ڪري سگهو ٿا. ڇا محبوب مرشد اسان ڪي ايترو فرمائين ۽ اسان وري پنهنجي محبوبن ڪان ايتري دوري اختيار ڪريون.

**جي پائين ته بخشي ٿيان ته مرد ميدان جو ٿيءُ**
**نه ته پڃي پاسي ٿيءُ متان بخشي ٻه لڄائين**

تازه حضرت سجڻ سائين جن ر.ط.ج ڪي منظم ۽ مضبوط ڪرڻ متعلق ارشاد فرمايو ته جتي ج..ا.م جي برانچ آهي اتي ر.ط.ج جي برانچ ڪُلڻ ڪپي.

هي عاجز اڪثر ر.ط.ج جي وڪالت ڪندي **الاصلاح**، **الطاهر** رسالہ ۾ مضمون موڪليندو رهندو آهي. ر.ط.ج جي حوصله افزائي ج.ا.م ۽ ديگر تنظيمن جي ئي مفاد ۾ آهي. نوجوان مستقبل جا معمار، قوم ۽ ملت جو عظيم سرمايو آهن. تنظيم جي ڪم ڪي استحڪام ڏيڻ لاءِ تنظيمن جو تعارفي لٽريچر ۽ امتيازي خصوصيات جو غورسان مطالعو ڪري مضبوط ۽ مستحڪم ڪري سگهجي ٿو. اسان لاءِ پنهنجي مرشد جو طريقو ئي ڪاميابي جي راه آهي. ان تي استقامت سان هلڻ گهرجي.

**نوٽ: حضرت خواجہ محمد طاهر المعروف سجڻ سائين مدظلہ العالي جن جي 53هين يوم ولادت جي تقريب، ج.ا.م ضلع ٽنڊومحمد خان طرفان منعقد ڪيل بمقام: (ر) ڪيپٽن راؤ ذوالفقار احمد جي رهائشگاه تي جي موقعي تي خليفہ مولانا محمد حسن اوٺو طاهري پاران هي مقالو پڙهيو ويو.**

# دستن جي بيماري، سبب، اثرات، ان جو حل

## ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ طاهري

دستن جي بيماريءَ کي ٿوري مدت واري ۽ خودبخود ختم ٿيندڙ پر خطرناڪ ۽ زندگي وڃائيندڙ بيماري چئي سگهجي ٿو. دستن جي بيماريءَ جي تشخيص لاءِ سڀ کان پهريائين هر ماڻهوءَ جي روزانه عام رواجي طور تي پيٽ ويهڻ ۽ پائخاني جي نوعيت بابت معلومات وٺڻ بعد ئي بيماري هجڻ جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

هر شخص تقريبًا 10 کان 15 لٽر پاڻياٺ پنهنجي پيٽ ۾ داخل ڪندو آهي، جنهن مان ڏيڍ لٽر ننڍي آنڊي ذريعي رت ۾ جذب ٿيندو آهي ۽ باقي پاڻياٺ وڏي آنڊي ذريعي جسم ۾ جذب ٿيندو آهي تقريبًا 200 ملي ليٽر پاڻياٺ پائخاني ذريعي خارج ٿيندو آهي. پائخاني جو مقدار 24 ڪلاڪن دوران 200-300 گرام کان وڌيڪ خارج ٿيندو هجي ته اهڙي شخص کي دائمي دستن جو مريض چئي سگهجي ٿو. پر عام طور تي اگر ڪو به شخص روزانو ٽن دفعن کان زياده پاڻياٺ وارو پائخانو ڪندڙ هجي ته ان کي دستن جي بيماري چيو ويندو آهي. دستن جي بيماريءَ جا ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا. دستن جي بيماريءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

### 1: اچانڪ دست 2: دائمي پيچش

اچانڪ دستن جو ٿي وڃڻ جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ٻن هفتن تائين هلي سگهندا آهن، اهي آنڊن ۾ موجود ڪنهن جراثيم يا انهن جراثيمن جي زهريلي رطوبتن جي ڪري واقع ٿي سگهن ٿا يا ڪن دوائن واپرائڻ جي اثرات سبب به دست ٿي سگهن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن علائقي ۾ دستن جي اچانڪ بيماري ظاهر ٿيندي آهي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ڪيترن خاندانن تائين پکڙجي ويندي

آهي جيڪا ڪنهن وائرس جي پکڙجڻ يا علائقي جي عام استعمال ۾ ايندڙ خوراڪ جي خراب ٿيڻ سبب به پيدا ٿي سگهندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن دستن جي بيماري غلط طريقن سان ذخيرو ڪيل ڪاڌن جي استعمال سبب، زهريلو ٿيل ڪاڌن جي استعمال سبب به دستن جي بيماري لاحق ٿي ويندي آهي. پيئڻ واري پاڻيءَ جو صاف ۽ شفاف نه هجڻ به ان بيماريءَ جو هڪ اهم ڪارڻ هوندو آهي. هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ سفر ڪري وڃڻ بعد آندي لاءِ اُن علائقي جي خوراڪ يا پاڻيءَ جو ڳرو هجڻ به دستن جي بيماريءَ جو سبب بڻجندو آهي.

**اثرات:** اهڙا دست جيڪي فقط پاڻياٺ تي مشتمل هجن تا ۽ انهن ۾ خون/ رت جي موجودگي نه هوندي آهي. ان دوران مريض کي ڌُنَ جي آسپاس پيٽ ۾ درد محسوس ٿيندو آهي. پيٽ ڦوڪيل رهندو آهي. اڪثر ڪري دل ڪچي ۽ الٽيءَ واري ڪيفيت رهندي آهي. ان صورت ۾ پاڻياٺ وارا دست زياده مقدار ۾ هوندا آهن ۽ اُهي ننڍي آندي جي انفيڪشن سبب ٿيندا آهن. اگر دستن سان گڏ الٽيون به زياده ٿينديون هجن ته پوءِ ان جو سبب زهريلي ڪاڌن جي استعمال سبب بيماري لاحق ٿي سگهندي آهي ۽ ان بيماريءَ سبب جسم مان پاڻياٺ ۽ نمڪيات جي شديد ڪوٽ ٿي ويندي آهي. اگر دستن سان گڏ رت جو اخراج به ٿيندو هجي ۽ گڏوگڏ بخار جي ڪيفيت به رهندي هجي ته اُها وڏي آندي جي خراب هجڻ جي نشاندهي ڪري ٿي. هن قسم جي دستن جي بيماريءَ ۾ دستن جو مقدار گهٽ هوندو آهي پر پيٽ جي هيٺئين ڪابي پاسي آندن ۾ وڪڙ پوندا آهن. بيت الخلا جي تڪڙي ضرورت محسوس ٿيندي آهي ۽ ڪاڪوس ڪرڻ دوران سور پڻ محسوس ٿيندو آهي. هِن قسم جا دست خوني پيچش چورائيندا آهن اڪثرڪري بيمار جانورن جو گوشت واپرائڻ سبب ٿيندا آهن.

**جاچ پڙتال:**

90 سيڪڙو دستن جي بيماري معمولي قسمن جي ٿيندي آهي جيڪا پاڻهي ختم ٿي ويندي آهي،5 ڏينهن اندرنمڪيات جي استعمال سان پاڻياٺ ۽ نمڪيات جي ڪوٽ به ختم ٿي ويندي آهي

اگر دست ستن ڏينهن کان وڌيڪ عرصي تائين برقرار رهن تا تہ پوءِ پائخاني جي ٽيسٽ ڪرائڻ گهرجي تہ جيئن ڪنهن خطرناڪ جراثيم جو پتو لڳائي مناسب دوا واپرائي سگهجي. اگر دست بخار سان گڏ موجود رهن تا يا خوني پيچش هجي يا ڇهن ڪان وڌيڪ ڪچا دست روزانو ايندا هجن يا تمام گهڻا پاڻياٺ وارا دست لڳاتار هلندڙ هجن، پاڻياٺ ۽ نمڪيات جو مقدار جسم مان گهٽجندو محسوس ٿئي يا اسپتال ۾ رهڻ ڪري دست ٿي پيا هجن تہ اهڙين صورتن ۾ پنهنجي مڪمل چڪاس ڪرائي ۽ ليبارٽري مان ٽيسٽون ڪرائڻ گهرجن.

**علاج:**

A: اڪثر معمولي دست جسم مان پاڻياٺ ۽ نمڪيات جي ڪا خاص کوٽ پيدا نہ ڪندا آهن، چاڪاڻ تہ مريض وات ذريعي ئي پاڻياٺ واريون شيون ۽ مشروبات واپرائيندو رهندو آهي. مريضن جي آنڊن کي آرام ونائڻ جي ضرورت هوندي آهي ان لاءِ نرم، هلڪي ۽ جلد هضم ٿيندڙ غذائيت استعمال ڪرڻ گهرجي جهڙوڪ: ڪچڙي، ڏهي، ڪيلا وغيره.
ڳري غذائيت جهڙوڪ: سٽپي ۽ ڪير مان ٺهندڙ خوراڪ استعمال نہ ڪرڻ گهرجي.

B: شديد قسم جي دستن جي بيماريءَ ۾ پاڻياٺ ۽ نمڪيات جي کوٽ جلد پيدا ٿي ويندي آهي خاص طور تي ٻار ۽ ڪمزور ٻارءِ پوڙهن شخصن ۾ جلدي کوٽ ٿي ويندي آهي. اهڙن مريضن کي نمڪيات سان ڀرپور پاڻياٺ جو استعمال ڪرائجي. گهٽ ۾ گهٽ هر پائخاني بعد هڪ پيالي نمڪول پيارجي. اگر نمڪول جي پڙي موقعي تي دستياب نہ هجي تہ هٿرادو نمڪول ناهي جلدي واپرائڻ شروع ڪجي جيستائين اسٽور تان نمڪول ملي وڃي.

## هٿرادو نمڪول ٺاهڻ جو طريقو

صاف ٿانوَ ۾ 4 گلاس اُٻاري ٿڌو ڪيل پاڻيءَ ۾ 8 چمچا کنڊ، اڌ چمچو لوڻ ۽ هڪ چمچو مني سوڍا سان گڏ اڌ ليمون يا نارنگي اگر موجود هجي تہ اُها پڻ ملائي ڇڏجي تہ جيئن پاڻيءَ جو

ذائقو تبديل ۽ وٽندڙ بنجي سگهي. اُهو تيار نمڪول جو پاڻي ضرورت مطابق استعمال ڪيو وڃي.

C: اگر دست زياده هلندا رهن ۽ جسم ۾ پاڻياٺ ۽ نمڪيات جي شديد کوٽ ٿي وڃي ۽ چمڙي ڇڪڻ سان جلد واپس پنهنجي اصلي حالت ۾ نہ وڃي يا دير ڪري تہ اهڙي حالت ۾ رڳن ذريعي نمڪيات واري ڊرپ/ٿيلهي لڳرائڻ گهرجي.

D: ڊاڪٽر جي مشوري سان دستن کي بند ڪرڻ جي مؤثر دوا بہ ڏئي سگهجي ٿي بشرطيڪہ اُها دوا ڪنهن ٻي بيماري وڌائڻ جو سبب نہ بنجي.

E: اگر دستن جي بيماري جراثيم جي انفيڪشن ڪري ٿي آهي تہ ڊاڪٽر جي مشوري سان موزون Antibiotic جي استعمال سان بهتر نتائج حاصل ڪري سگهجن ٿا.

## احتياط:

1: تازي پڪل خوراڪ جو استعمال ڪرڻ گهرجي.

2: ٻچيل خوراڪ اگر استعمال لائق هجي تہ اول اُها گرم ڪري بعد ۾ ٺاري پوءِ کائڻ گهرجي.

3: کاڌ خوراڪ واريون شيون ڇاريءَ سان ڍڪيل هئڻ گهرجن جيئن مکين يا ٻين جيتن کان محفوظ رهي سگهن.

4: کاڌي جي استعمال وارن ٿانوَن کي چڱي طرح سان صاف پاڻيءَ سان ڌوئڻ گهرجي.

5: کاڌي کي چڱي طرح سان پچائڻ گهرجي.

6: غير ضروري مصالحن کان احتياط ڪجي.

7: ماني کائڻ کان اڳ ۾ پنهنجن هٿن کي صاف پاڻيءَ ۽ صابڻ سان ڌوئڻ گهرجي. جيئن هٿن تي لڳل جراثيمن جو خاتمو اچي سگهجي.

8: بيماريءَ واري علائقن ۾ پاڻي آنرائي استعمال ڪرڻ گهرجي.

9: تازي فروٽ ۽ سلاد وغيره کي ڌوئي پوءِ کائڻ گهرجي.

10: ٻارڙن کي رستي توڙي هِتي هُتي ڪاڪوس ڪرڻ کان روڪڻ گهرجي.

# مشڪ جي خوشبوءِ پڪي جي هوا

## چونڊ: علي خان ڪلهوڙو طاهري

حضرت محبوب سجڻ سائين جن فرمايو ته ڪنهن شخص مشڪ کي چيو ته تو ۾ سڀ سهڻيون خصلتون ۽ خوبيون آهن پر تنهنجي هڪ خصلت مون کي سمجهه ۾ نٿي اچي، جيڪو تنهنجو قدر ڪري، تنهنجي منزلت سڃاڻي، ان تائين تون پلي خوشبو پکيڙ، پر ان ماڻهو تائين تون پنهنجي خوشبو ڇو ٿو پکيڙين، جيڪو تنهنجي قدر و منزلت کان واقف نه آهي مشڪ کيس جواب ڏنو ته آءٌ پنهنجي آسپاس وارن کي نٿو ڏسان ته منهنجي پرسان ڪير ڪير وينو آهي، آءٌ فقط پنهنجي ذات کي سامهون رکندو آهيان، الله تعالىٰ مون کي فقط پنهنجي خوشبو پکيڙڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي.اي انسان! توکي به الله تعالىٰ اشرف المخلوقات ڪري پيدا ڪيو آهي تنهنجو شان اعلىٰ بلند بالا ڪيو آهي توکي الله تعالىٰ ملائڪن کان به وڏيڪ اعزاز ڏنو آهي، الله تعالىٰ توکي انسانيت جو اعزاز ڏنو آهي، تون به محبتون ورهاءِ، محبت واري خوشبو هر انسان تائين پهچاءِ، ائين نه ٿئي جو جنهن ۾ تنهنجي لالچ هجي يا جيڪو توکي جهڪي ڪري سلام ڪري تون ان تائين رڳو خوشبو پکيڙين ۽ محبت ورهائين ۽ ٻين لاءِ پنهنجي محبت جو دروازو بند ڪري ڇڏين.

اوهان پکي ڏانهن ڏسو! پکو اهو نه سوچيندو آهي ته منهنجي آسپاس ڪير وينو آهي، ته ان کي هوا هڻان، صدر، وزيراعظم، يا ڪو پٽيوالو پرسان وينو آهي، پکو ڪنهن کي به ڪو نه سڃاڻي سندس هوا سيني کي لڳندي رهندي آهي،اسان کي به گهرجي ته اهو نه ڏسون ته هي معزز، معتبر آهي يا غريب مسڪين پيرين اگهاڙو آهي، اسان جي محبت جي هوا هر شخص تائين پهچڻ گهرجي.

**حضرت خواجه سجڻ سائين** مدظلہ العالي جن هڪ بهترين مثال ڏيئي سمجهايو آهي ته هڪ شخص ريگستاني علائقي اندر اونهاري ۾ سفر ڪندي سخت گرمي محسوس ڪندو آهي، سج جي سخت تپش اندر جتي گرمي کان ڪانو جي اک نڪري رهي

آهي اوچتو سندس هڪ سائي سبز وڻ تي نگاهه پوي ٿي، اهو ان وڻ جي ڇانوَ ۾ آرامي ٿي سوچي ٿو ته سبحان الله هي ڪيڏو نه بهترين وڻ آهي جو پنهنجي پنن تي سج جي سخت تپش برداشت ڪري پنهنجي سائي (ڇانوَ) هيٺ اسان کي اس جي تپش کان بچائي آرام پهچائي ٿو، چوي ٿو هن وڻ جا کهڙا نه سرسبز پن آهن جيڪي رات ڏينهن الله جي ذڪر ۾ مشغول آهن.هي شخص وڻ هيٺ آرام ڪري ٿو، هڪ ٻيو شخص ان جي جاءِ تي ساڳئي وڻ هيٺ آرامي ٿئي ٿو، وڻ ڏانهن ڏسي چوي ٿو. هن وڻ مان سهڻو ۽ بهترين ڪاٺ حاصل ٿيندو، وڻ جو ٿڙ ۽ ٽار ڪيڏا نه مضبوط آهن، ۽ سڌا آهن، انهن جي داسن مان گهر ۽ اوطاق جو بهترين فرنيچر تيار ٿيندو آهي.

بهرحال هي انسان وري پنهنجي خيال، سوچ ۾ وڻ کي وڍي ذرا ذرا ڪري رهيو آهي، بس هر انسان جي سوچ مختلف آهي، سندس سوچ مطابق ئي ڪيس سزا ۽ جزا ملندي.

***ماخوذ: بيدار جي ڪهاڻي، سنڌس زباني مان ورتل***

## پڙهندڙن کي گذارش!

**الاصلاح پبليڪيشن دادو پاران پنهنجي معزز پڙهندڙن کي هر وقت ديني، معلوماتي ۽ مفيد ڪتاب شايع ڪيا پيا وڃن. جنهن جي پڙهندڙن پاران سٺي موٽ ملي رهي آهي. پڙهندڙن کي گذارش ٿي ڪجي ته هو پنهنجو مواد اماڻڻ کان پوءِ ان ڳالهه جي تسلي ڪن ته سندن اماڻيل مواد اداري جي ڪاميٽي تائين پهچڻ کان پوءِ معياري هجڻ جي صورت ۾ نيڪ نيتي جي جذبي سان شايع ڪيو ويندو آهي.**

**جماعت سان وابسته دوستن کي مشورو ڏجي ٿو ته هو پنهنجي تنظيمي، تبليغي رپورٽ مختصر ۽ جامع انداز ۾ مهيني جي آخر ۾ پوسٽ يا ايس ايم ايس جي صورت ۾ اماڻين. هفته وار رپورٽ شايع ڪرڻ کان ادارو صفحن جي گهٽتائي جي ڪري معذرت ڪري ٿو.اميد ته هميشه جيان تعاون جو سلسلو جاري رکندا.**

**مهرباني** ***ادارو***

# اصحابي سڳوري جو اخلاق

## شرف الدين مرڪنڊ طاهري /نصيرآباد

حضرت عمرفاروق رضي الله عنہ جي خلافت جي زماني ۾ هڪ اصحابي سڳوري کي ڪنهن علائقي جو گورنر مقرر ڪيو ويو، ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ ان اصحابي جي باري ۾ شڪايتون ڪيون ويون، حضرت عمر رضي الله عنہ کي عرض ڪيو ويو تہ هي ڪهڙو گورنر موڪليو ويو آهي، پاڻ فرمايائون تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ عرض ڪيو تہ اهو صبح جو پنهنجي گهرڪان ٻاهر دير سان نڪرندو آهي ۽ اسان پنهنجي شڪايت لاءِ انتظار ڪندا رهندا آهيون، رات جو گهر ڪان ٻاهر ناهي نڪرندو، حضرت عمر جو عدل و انصاف وڏو مشهور هيو، پاڻ پيغام موڪليائون اهو حاضر ٿيو.

معلوم ڪيائون ڇا اسان توهان کي ان لاءِ گورنر ڪري موڪليو جو اوهان جون شڪايتون ٻڌون، زاروقطار روئڻ لڳو، عرض ڪيائين تہ اي اميرالمؤمنين! راز جون ڳالهيون آهن توهان انهن کي ظاهر نہ ڪيو، پاڻ فرمايائون شڪايتون پهتيون آهن، اوهان کي حقيقت بيان ڪرڻي پوندي، اميرالمؤمنين حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ جي گهڻي اصرار تي اصحابي رسول ﷺ ٻڌايو تہ مان ۽ منهنجي گهرواري گهر ۾ اڪيلا رهندا آهيون اسان وٽ ڪوغلام، نوڪر ناهي،اتفاقًا منهنجي گهرواري سخت بيمار ٿي پئي، مان پاڻ اٽو ڳوهي ماني پچائي پنهنجي گهرواري کي کارائيندو آهيان، جنهن ڪري مون کي اچڻ ۾ دير ٿي ويندي آهي، اميرالمؤمين پاران غلام ڇو نہ ٿو رکين؟ جي جواب ۾ چيائين مان پاڻ ئي عوام جي خدمت لاءِ مقرر ٿيو آهيان، مان پنهنجي گهر ۾ ڪيئن ٿو غلام رکي سگهان! اهڙي ريت مان ڏينهن مخلوق جي حوالي ۽ رات خالق جي حوالي ڪري ڇڏي آهي، ڏينهن جو مخلوق جي خدمت ۽ رات جو الله جي عبادت ڪندو آهيان،مونکي پائڻ لاءِ هڪ جوڙو آهي، جڏهن جمع ايندو اهي تہ ڪپڙا ميرا ٿيڻ ڪري مان پاڻ ڪپڙا ڌوئيندو آهيان تہ مون وٽ ٻيوجوڙو پائڻ لاءِ ناهي هوندو، ان اصحابي جي عمل، اخلاص ۽ ڪردار ڏسي اسان کي بہ تڪبر،وڏائي،غرورنہ ڪرڻ گهرجي.

# انسان جون ويهه (20) غلطيون

**محمد حسن قمبراڻي طاهري**

1: هن خيال ۾ مست رهڻ ته جواني ۽ تندرستي هميشه رهندي.
2: پنهنجي عقل کي ٻين سيني کان وڌيڪ سمجهڻ
3: بيماري کي معمولي سمجهي شروع ۾ علاج نه ڪرائڻ
4: پنهنجي راءِ تي عمل ڪري ۽ ٻين جي مشورن کي ٺُڪرائڻ
5: ڪنهن بدڪار کي بار بار آزمائي ان جي خوشامد ۾ اچڻ
6: بيڪار هجڻ ۾ خوش رهڻ ۽ روزي جي تلاش نه ڪرڻ
7: پنهنجورازٻئي کي ٻُڌائي اُن کي پوشيده رکڻ جو تاڪيد ڪرڻ
8: ماڻهن جي تڪليف ۾ شريڪ نه ٿي انهن کان امداد جي اميد رکڻ
9: پاڻ حرام ۽ حلال جو خيال نه ڪرڻ ۽ٻين مان اهڙي اميد رکڻ
10: والدين جي خدمت نه ڪرڻ ۽ اولاد ۾ خدمت جي اُميد رکڻ
11: ڪنهن ڪم کي اڌورو ڇڏڻ اُن خيال کان ته پوءِ ڪنهن وقت مڪمل ڪيو ويندو.
12: هر شخص سان برائي ڪرڻ ۽ ماڻهن کان پنهنجي لاءِ نيڪيءَ جي اميد رکڻ
13: ڪوڙو قسم کڻي ڪوڙ ڳالهائي ڌوکو ڏئي پنهنجي واپار کي فروغ ڏيڻ
14: فقيرن ۽ سائلن کي پنهنجي دروازي تان ڌڪا ڏئي ڪيڻ
15: پنهنجن عيبن کان بي خبر هجڻ
16: ضرورت کان وڌيڪ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ
17: پنهنجي پاڙيوارن سان ڦتائي رهڻ
18: عالم دين ۽ دين دار جي عزت نه ڪرڻ
19: گمراهن جي صحبت ۾ اُٿڻ ويهڻ
20: پنهنجي گهر جو راز ٻين تائين ظاهر ڪرڻ.*(ماخوذ: جنتي زيور)*

## ٽي شيون

انسان سموري عمر ٽن شين لاءِ خصوصي محنت ڪندو آهي.

1: منهنجو نالو بلند هجي
2: منهنجو لباس سهڻو هجي.
3: منهنجو گهر خوبصورت هجي.

اِهي ٽئي شيون ڪجهه عرصي ۾ بدلجي وينديون آهن

1: نالو "مرحوم"
2: لباس "ڪفن"
3: جڳهه "قبر"

چونڊ: تنزيلا مختيار پيرزادو/سکر

# حضرت سچڻ سائين مدظلہٗ ۽ دردِ انسانيت

**شاهنواز چانڊيو طاهري /سرڪاري ڪوهہ**

**پندرهين** صدي، نفسا نفسي دور، فرقہ واريت ۽ قومپرستي ڪي زور ۽ شور، اهڙي وقت حضرت انسان جو ڇا آهي سڀ اوهان جي اڳيان آهي، انسان جي اصل صورت ۽ احساسن جو تہ اسان ڪي ڪو قدر ئي ڪونہ رهيو آهي، اهڙي دور ۾ ولي ڪامل **حضرت سچڻ سائين** مدظلہ العالي جن جو انسانيت جي بلندي ۽ عظمت لاءِ ڪردار نمايان آهي، اها حقيقت ڪنهن کان بہ مخفي ناهي سواءِ انانيت ۽ خودي واري ذهنيت رکندڙ جي. سندن جون ڪجھ خوبيون بيان ڪجن ٿيون:

انٽرنيٽ سميت مختلف جلسن ۾ حضرت صاحب جن جا خطابات اوهان ٻُڌا ۽ ڏِٺا هوندا، پاڻ هميشہ پنهنجي تقريرن ۾ ڏکويل، بي پهچ خاندان، غريب، مزدور، هاري جي حقن جو ذڪر ڪندا آهن، ڪين بهترين انداز ۾ زندگي گذارڻ لاءِ تعليم، صحت، تجارت، واپار ۽ همدردي جي تلقين ڪندا آهن، اڪثر سندن خطاب جو مقصد انسانيت جو قدر ۽ عظمت هوندو آهي، پاڻ ادب، عشق جو جامع ۽ حاصل مجموعو آهن، پاڻ هر هڪ انسان کي پنهنجي جسم جو عضوو سمجهندا آهن، تنهن جي لاءِ اڪثر خطابن ۾ صحت، علاج معالجي جون هدايتون ڪندا رهندا آهن، پاڻ علماءِ ڪرام ۽ امراءِ حضرات کي بهترين نموني سان تنبيهہ ڪندا آهن عوام جي معاملات ۽ مسائل جو تعلق مولوين ۽ اميرن سان ڳنڍيل رهي ٿو.

بي هڪ اهم ڳالھ تہ حضرت صاحب اڄ بہ اسان کي اهو تاڪيد فرمائيندا آهن تہ توهان جي دنياوي مسائل جو حل الله جي ذڪر ۾ آهي، صحبت اولياء عشق رسول ﷺ ۽ محبت صحابہ ۽ اهلبيت ۾ آهي، پر اهي سڀ شيون ڪنهن ڪامل ولي جي صحبت کان سواءِ نہ ٿيون ملي سگهن، انسان جي ترقي جي

رستي ۾ رڪاوٽ بڻيل ٽن زهريلي ڪنڊن ۽ زخمي ڪندڙ جبلن
کي هٽائي ۽ ٽوڙي رهيو آهي، اهي 3 جبل ۽ 3 ڪنڊا هي آهن،
قومپرستي، فرقه واريت، علم دولت تي فخر ۽ هٺ وڏائي غرور
جڏهن اهي تي ڪنڊا پري ٿي ويا ته انسان ذات کي هڪ بئي مان
خوشبو ايندي، ويجهڙائي ڪان سواءِ مزو نه ايندو ۽ مسڪراهٽ
همدري جو جذبو بي اختيار ٿي پوندو.

واه سچڻ سائين توهان جو مقصد حيات، پاڻ اهو ئي
فرمائيندا آهن ته الله سائين جو رشتو انسانن جي رشتي سان
جوڙيل آهي، الله جي ميل ميلاپ لاءِ انسان جي دل مان گذرڻو
پوندو، چاهي اهو ڪارو هجي يا گورو، سنڌي هجي يا پنجابي،
مسلم هجي يا غيرمسلم، نفرتون، ويڇا ختم ڪري محبتون پيدا
ڪرڻيون پونديون.

# اعلان

نقشبندي غفاري بخشي طاهري جماعت جي پراڻي خليفي جناب
مولانا غلام قادر ميمڻ غفاري بخشي طاهري عليه الرحمة جن جي ديني،
تبليغي خدمات کي هميشه ياد رکڻ لاءِ مورو جي دوستن پارن هڪ يادگار
ڪتاب شايع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. سائينءَ وارن سان گڏ گذاريل
لمحن ۽ يادن کي قلمبند ڪرڻ لاءِ دلچسپي رکندڙ دوستن کي مشورو تو ڏجي
ته هو پنهنجو مواد پوسٽ يا اي ميل ذريعي وڌ ۾ وڌ 31 آڪٽوبر 2016ع
تائين اماڻين ته جيئن ڪتاب ۾ مناسب جاءِ ملي سگهي.

رابطو

ڊاڪٽر وجه الدين ميمڻ 0333-3407271

وفا شر طاهري: 0300-3159721

Email: wafa.nazeer@gmail.com

alislahdadu@gmail.com

26




*قارئين جي تحريري صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هي سلسلو شروع ڪيو ويو آهي، جنهن جا نتائج بهترين اچي رهيا آهن، آئينده شماري لاءِ موضوع آهي ”اسان ۾ ڪتابن جو مطالعو چو گهٽجي رهيو آهي؟“ قلم کڻو ۽ 50 لائينن تي مشتمل جامع ۽ حقائق تي مبني تصديق شده تحرير ارسال ڪريو، زياده ڊگهي تحرير مقابلي ۾ شامل نه ڪئي ويندي، اداري جو مراسله نگار سان متفق هجڻ ضروري نه آهي، مضمون اماڻڻ جي آخري تاريخ 10 ڊسمبر 2016ع آهي.*

## طلب العلم فريضة علىٰ كل مسلم ومسلمة

### مولانا عبدالڪريم آلڪاٽي /ٽنڊوغلام حيدر

اج اسان جو سمورو سماج پستيءَ جي انتهائي گهري کاهي ۾ ڪري چڪو آهي، ڪيڏي نه ڏک، تڪليف ۽ اذيت جي ڳالهه آهي ته اسان جي معاشري ۾ غيرت جي نالي تي سرعام نياڻين جي قتل و غارت جي بازار گرم ٿيندي پئي وڃي، افسوس جو اسان جو ڪنڌ شرم کان ڪو نه ٿو جهڪي، ظالم ۽ وحشي انسان پنهنجي نياڻين، ڀينرن، ونين کي ”ڪارو ڪاري“ جهڙي ڪڌي رسم جي تهمت مڙهي ڪين قتل ڪري لاشن کي بيدردي سان ڦٽو ڪري ڇڏين ٿا. اسان جي معاشري ۾ رڳو عورت کي ئي هر شيءِ جو ذميوار قرار ڏئي مٿس ظلم جا پهاڙ ڪيرايا ويندا آهن، اهڙي جديد ٽيڪنالاجي واري دور ۾ به اسان جون حالتون نه بدلجي سگهيون آهن، اها تاريخ پراڻي آهي جو ٻين ملڪيتن وانگر عورت کي اڄ به هڪ ملڪيت سمجهيو وڃي ٿو، پر عورت، عورت هئڻ کان اڳ هڪ انسان آهي، ان جي ڪري نياڻين جي لاءِ تعليم ضروري آهي، جو اهي پنهنجي حقن کان واقف ٿي سگهن، ڇو ته نياڻيون علم جي ذريعي ئي پنهنجو حق حاصل ڪري سگهنديون علم انسان جي ٽين اک آهي ۽ حضور ﷺ جن جي مشڪواة شريف جي حديث شريف مطلق حڪم آهي ته علم حاصل

ڪرڻ فرض آهي هر مسلمان تي چاهي عورت هجي يا مرد، اهل ايمان جي لاءِ علم جو حاصل ڪرڻ فرض قرار ڏنو ويو آهي، ڪتاب مڪاشفة القلوب جي باب علم ۾ امام غزالي حضور ﷺ جن جي حديث مبارڪ نقل ڪئي آهي ته حضور ﷺ ارشاد فرمايو ته منهنجي امت جي هلاڪت جو باعث ٻه شيون بڻبيون.

1: علم جو ڇڏي ڏيڻ، 2: مال دنيا جمع ڪرڻ، اسان جي معاشري جي پنتي پئجي وڃڻ جو اهو ئي سبب آهي، اسان علم پڙهائڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ پنهنجي نياڻين کي علم پڙهائڻ عيب سمجهون ٿا حالانڪ علم جي ذريعي ئي ماڻهو انسان بڻجندو آهي علم جي ذريعي ئي الله تعالىٰ جو قرب حاصل ڪندو آهي. در مختار ص 15 ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جو قول نقل ٿيل آهي: يعني پوءِ تون علم کان فيضياب ٿي جاهل نه رهه سڀ ماڻهو مرده آهن، علم وارا ئي زنده آهن، علم نياڻين جي لاءِ ضروري آهي جو اهي به سماج ۾ زنده رهن، معاشري ۾ سک جو ساهه کڻي سگهن، جيڪڏهن نياڻين کي تعليم نه ڏني ويندي ته اهي اٽندي گهمندي ڦرندي به مئل جي مثل هونديون حالانڪ الله تعالىٰ مرد عورت ٻنهي کي جيئڻ جو حق ڏنو آهي، ته پوءِ اسان جي لاءِ ضروري آهي ته پنهنجي نياڻين کي تعليم جهڙي زيور سان نوازيون. آمين

## ڏک جو اظهار

جمعيت علماءِ طاهريہ پاڪستان صوبہ سنڌ جي صدر، جماعت اصلاح المسلمين صوبہ سنڌ جي جوائنٽ سيڪريٽري محترم مولانا ديدار حسين طاهري جي والده جي وفات.

جماعت اصلاح المسلمين ضلع دادو (1) جي صدر، الاصلاح رسالہ جي ساٿاري دوست محترم غلام نبي ميمڻ طاهري جي امڙ جي اوچتي وفات ۽

الاصلاح پبليڪيشن دادو جي سب ايڊيٽر محترم طاهري عبدالله کوکر جي سوٽ جي وفات تي ادارو الاصلاح سندن پونيئرن سان ڏک جي هن گهڙيءَ ۾ برابر جو شريڪ آهي.

ڏٽي تعالىٰ کان دعا آهي ته الله تعالىٰ مرحومين کي جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ پونيئرن کي صبر جميل فرمائي. آمين

ادارو

# رجسٽريشن براءِ تبليغي وفود || علامه اسرار احمد شر طاهري

**(گذريل شماري کان اڳتي پڙهندا)**

انچارج وفد نمبر 491: جناب محمد بشيرطاهري (جهڏو)، 492: جناب ساجد علي (پاڪ پتن)، 493: جناب عبدالستار طاهري (دادو)، 494: جناب ميهر علي طاهري (بلوچ ڪالوني ڪراچي)، 495: جناب محمد بلال احمد "حبوي" طاهري (لسبيلو)، 496: جناب شاهنواز چانديو(سرڪاري ڪوهه)، 497: جناب ظفتيارعباسي (اسلام آباد)، 498: جناب منير عباسي (اسلام آباد)، 499: جناب ڊاڪٽر نعمت الله عباسي (ڄامشورو)،

500: جناب مظفر علي قائمخاني (ڪنڊيارو)، 501: جناب شير علي دراني (پشاور)، 502: مفتي نورمحمد (پشاور)، 503: جناب محمد قريش طاهري (نوشهره)، 504: قاري محمد صديق طاهري (نوشهره ڪي پي ڪي)، 505: سيد علي شاهه (پشاور)، 506: جناب فضل حڪيم طاهري (نوشهره)، 507: ڊاڪٽر مبشر احمد (نوشهره)، 508: مولانا سعيد الحق (نوشهره)، 509: جناب خليفه محمد ايوب قريشي (دادو)، 510: جناب محمد بخش جوڻيجو (نئون ديرو)، 511: حافظ آصف علي مهيسر (درگاهه الله آباد شريف)، 512: جناب وارث علي (خانپور رحيميارخان)، 513: فقير سردار علي ميراڻي طاهري (شڪارپور)، 514: جناب محمد قاسم جعفري (غوثپور)، 515: خليفه منورعلي عباسي (سوڀوديرو)، 516: جناب محمد ابرار (پاڪپتن)، 517: جناب برڪت علي ڍر(ڄامشورو)، 518: جناب محمد فيصل تبسم طاهري (فيصل آباد)

*بقيه لسٽ آئنده شماري ۾...*



## سڄڻ جا سنيھا

**** مولانا عبدالڪريم آلڪاٽي ٽنڊو غلام حيدر کان لکي ٿو** الاصلاح رسالو ڪاميابين طرف گامزن آهي، اها ئي لاٽ آهي جيڪا الاصلاح ذريعي تاقيامت ٻرندي رهندي.

**** نويد علي مري ۽ افضل مري قاضي احمد کان لکي ٿو** رسالو پڙهي انتهائي مفيد معلومات ميسر ٿي، سڀ سلسلا پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

**** اعجاز احمد ورياهه/اڏيرو لعل کان لکي ٿو** الاصلاح دلچسپي سان پڙهندا آهيون، حضرت صاحب جن جي ڪرامت تحرير ڪندا، درگاهه شريف جو تعارف، جماعت جي ويب سائيٽ، عورتن بابت مسائل ۽ ضروري ڳالهيون بيان ڪندا.

**** شاهنواز حيدري چانڊيو قاضي احمد کان لکي ٿو** ته مضمون اماڻيو آهي، شايع ڪندا ته مهرباني ٿيندي،

**** اطهر حسين ميمڻ، حق نواز ميمڻ /درگاه غريب آباد کان لکي ٿو** ته الاصلاح حافظ احمد ميمڻ وٽان مليو، پڙهي دلي سڪون حاصل ٿيو.

*****الاصلاح ۾ خط لکي ۽ ايس ايم ايس ڪري حصو وٺندڙ ۽ پسنديدگي جو اظهار ڪندڙ سمورن دوستن جي مهرباني**

### پسنديدگي جو اظهار ڪندڙ دوست

طيبه طاهري، محمد اجمل قريشي، محمد امين ميمڻ، سلمان ڪوڪر/دادو، شرف الدين مرڪنڊ، شاهد علي مرڪنڊ، وسيم علي مرڪنڊ، غازي خان مرڪنڊ، ولي محمد راڄڙ/نصيرآباد، عبدالغفار ڏاسوڙي/ٽنڊوالهيار، شرف ڪمال الدين طاهري، محمد افضل شيخ /لاڙڪاڻو، حافظ انور علي ميمڻ / مٽياري، غلام مرتضیٰ ڪنير، محمد آيان ڪنير، حذيفه ظهير ڪنير/ عمرڪوٽ، عبدالرب رتڙ /کهڙا، محمد يعقوب ابڙو /ڪنڊو، اظهر پٽي/ٽنڊو غلام حيدر، سليم ورياهه /اڏيرولعل، امجد سعيد چنه /دولتپور، ارشد چانڊيو /سرڪاري ڪوهه، محمد حسان اويس بوزدار/طاهرآباد شريف.




## RTJ SAT دادو پاران تقسيم شيلڊ واسناد تقريب

18.9.16 تي ر.ط.ج SAT دادو طرفان لا ڪاليج دادو ۾ بسلسلہ شيلڊ و اسناد شاندار تقريب ٿي گذري، تلاوت، قومي ترانو، رپورٽ ڪان بعد RTJ SAT جي وائيس چيئرمين حضرت صاحبزاده سائين نعمان ثابت طاهر صاحب ڪامياب شاگردن ۽ شاگرديائڻين ڪي شيلڊس ۽ سرٽيفڪيٽس عنايت فرمايا. تعليم جي معيار کي وڌيڪ بهتر بنائڻ ۽ تحقيقي ميدان ۾ ڪرار ادا ڪرڻ لاءِ نوجوانن کي تاڪيد فرمايو. ج.ا.م جي سيڪريٽري جنرل انجنيئر غلام محمد ميمڻ، ج.ا.م جي صوبائي عهديدارن جناب غلام مرتضىٰ چنڙ، جناب پروفيسر نعمت الله قريشي، محمد اعظم، محمد اسماعيل چنہ، مشتاق احمد سومرو، شڪيل احمدراهوجو، انجنيئر ذاڪر ميمڻ، طاهري عبدالله ڪوڪر، لاڪاليج جي پرنسپل سياڳ چند D مٽلاڻي ڪان علاوه ج.ا.م ۽ ر.ط.ج جي مرڪزي، ضلعي عهديدارن، علمي، ادبي شخصيتن ۽ معزز شهرين وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي.

*رپورٽ: انجنيئر عدنان ميمڻ/دادو*

## پيڙهہ جو پٿر

18.9.16 تي ج.ا.م يونٽ سبحان الله طرفان لڳ مگسي موري دادو ۾ جامع مسجد ۽ دارالعلوم حنفيہ طاهريہ جو سنگ بنياد حضرت صاحبزاده سائين نعمان ثابت طاهر صاحب جن پنهنجن مبارڪ هٿن سان رکڻ فرمايو ۽ دعا فرمائي. ان موقعي تي علائقي واسين، ج.ا.م، ر.ط.ج جي عهديدار واراڪين وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي، حضرت صاحبزاده جن سبحان الله مسجد ۾ تشريف فرما ٿيا. علماءِ ڪرام، فقراء حضرات کي ملاقات ۽ زيارت جو شرف عطا ڪيو ۽ دعائيہ ڪلمات سان نوازيو. جتي پڻ جماعت سان وابستہ دوست شريڪ ٿيا.

*رپورٽ: احسان الله طاهري/دادو*

## موروءِ ۾ صاحبزادہ نعمان صاحب جن جي آمد

صاحبزاده نعمان ثابت طاهر صاحب جن مورو پهچي قائم الدين سومرو ۽ عبدالڪريم سومرو جي والده جي وفات، عبدالجبار چنہ جي والد جي وفات، محمد موسىٰ سومرو جي والد جي وفات تي وارثن سان تعزيت ڪرڻ فرمائي. *رپورٽ: ڊاڪٽر وجهہ الدين ميمڻ*

## صاحبزادہ نعمان صاحب جي دادو ضلعي ۾ آمد

16.8.16 تي صاحبزاده نعمان ثابت طاهر صاحب جن درگاه فقيرپورشريف پهچي ڪاميٽي وارن سان ميٽنگ ڪئي. * مولانا عرض محمد چانڊيو جي وڏي ڀاءُ حاجي عبيدالله چانڊيو جي جنازه نماز ۾ شرڪت فرمائي. *K.N شاهه پهچي مولانا ديدار حسين طاهري جي والده جي وفات تي ساڻن تعزيت فرمائي. دادو ۾ طاهري عبدالله ڪوڪر جي رهائشگاهه تي ساڻس سوٽ جي وفات تي تعزيت جو اظهار فرمايو.

رپورٽ: سلمان عبيد ڪوڪر/دادو

## مٽياري جي رپورٽ

*ڳوٺ مصري جکريجا ۾ يارهين شريف جو پروگرام نورمصطفيٰ مسجد ۾ ٿيو، مولوي شهباز ڪريم جکريجو، حافظ صالح لنجار نعت، منقبت پيش ڪئي، مولانا معشوق مري ۽ حافظ انور ميمڻ خطاب ڪيو، * جامعہ غوثيہ طاهريہ مسجد ۾ يارهين شريف جي پروگرام ڪي مولانا معشوق علي مري ۽ مولانا بشام علي ميرجت خطاب ڪيو * 15 شوال تي پروگرام جامعہ مسجد پيربخش ڪوسو ۾ ماهوار پروگرام ۾ مولانا خادم مري، نظير ملاح، شرجيل پيرزادو نعت، منقب پڙهي، مولوي ربنواز مري، عليم الله ميمڻ خطاب ڪيو، * ڳوٺ رشيد ٽگڙ ۾ ماهوار 23 جي پروگرام ڪي مولانا معشوق جي مختصر خطاب بعد مولانا حافظ انور علي ميمڻ خطاب ڪيو. * حاجي مکڻ واري مسجد مصري جکريجا ۾ ماهوار 29 جي پروگرام ڪي مولوي معشوق، حافظ انور ميمڻ خطاب ڪيو.

***رپورٽ: حافظ انور علي ميمڻ /مٽياري***

## ٽنڊوغلام حيدر جي رپورٽ

29.6.2016 تي ج.ا.م ضلع بدين جي نائب مولانا خليفہ عبدالڪريم آلڪاٽي جي زيرصدارت ڳوٺ خميسوچانديو ۾ پروگرام ٿيو، حافظ بلال قمبراٽي، شعيب ٻٽي ۽ ٻين حصو ورتو، * 30.6 تي مولانا عبدالڪريم جي اڳواڻي ۾ ڳوٺ منو لغاري ۾ پروگرام ڪي حافظ توفيق ورياھ، ان موقعي جهيڙي دوران پاڻ ۾ ناراض ٻن ڀائرن جو صلح پڻ ڪرايو ويو. *1.7 تي پير علي محمد قريشي رح جي مسجد ۾ پروگرام ڪي حافظ عطامحمد قمبراٽي خطاب ڪيو، * 2.7 تي ٽنڊوغلام حيدر شهر جي جامع مسجد نورنگ پوٽا ۾ پڻ عظيم الشان جلسہ ختم القرآن ٿيو، حافظ بلال احمد قمبراٽي نعت، مولانا عبدالڪريم خطاب ڪيو، مراقبي جي اهميت تي روشني وڌي.

***رپورٽ: محمد ابراهيم ورياھ طاهري ج س برانچ ٽنڊوغلام حيدر***

## محفل نعت

25.8.2016 تي ناگوري پلاٽ ٽنڊوالهيار ۾ خليفہ محمد رمضان مغل جي زيرنگراني محفل ٿي، شبيرنيازي طاهري منفرد آواز سان وينلن ۾ وجد طاري ڪري ڇڏيو، مولانا عبدالجبار خطاب ڪيو، جڏهن تہ ضلعي باڊي ۽ عالمن سڳورن شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: ابوبڪر بوزدارطاهري***

## ر.ط.ج پيٽ شاهہ جي رپورٽ

6.6.2016 تي سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جي وي سي مرحومہ عابده ظهراڻي جي ايصال ثواب خاطر صوفي يونيورسٽي پيٽ شاهہ ۾ قرآن خواني ٿي* 17.7.2016ع تي ر.ط.ج پيٽ شاهہ پاران جامعہ نوراني مسجد ۾ٻارهين شريف کي حافظ مختيارکوسوخطاب ڪيو، فرمان علي، سائين چاند خان، محفوظ علي نعت، منقبت پڙهي* 4 ماهوار ۽ 8 هفتيوار پروگرام ڪيا ويا، انجمن نونهال طاهريہ پاران نوراني مسجد ۾ 4 پروگرام ڪيا ويا.

***رپورٽ: حافظ مختيار علي ڪوسو صدر ر.ط.ج پيٽ شاهہ***

## جشن آزادي تقريب

بزم طاهريہ مدرسہ غوثيہ طاهريہ مٽياري پاران يوم آزادي تقريب ٿي، مولانا اصغر علي چانديو، حافظ انور ميمڻ، ذوالفقار ڪوسو، محمد وارث ٿهيم، مولانا ثناءُ الله بروهي، مولانا عبدالجبار راهمون، مولانا مفتي اصغرميمڻ،مولانا بشام ميرجت آزادي تحريڪ تي روشني وڌي. ***رپورٽ: اميد علي/واجد چانديو مٽياري***

## تعزيت ۽ عيادت

ج.ا.م ضلع لاڙڪاڻي جي سابقہ پريس سيڪريٽري نوراحمد هيسباڻي، خلفاءِ ڪرام جناب معشوق مسڻ، جناب علي اصغر جهتيال، جناب معشوق علي جوکيو،سينئر اڳواڻ محمد حسن جهتيال، الله ڏنو ٻگهيو، عبدالغفار ٻگهيو پاران ويهڙ ۾ جماعت جي رڪن لعل بخش جوٽيجو جي ننڍي ڀاءَ جي وفات تي ساڻس تعزيت جو اظهار ڪيو.* اڳواڻ پاران ڏوڪري ۽ ڳوٺ گل محمد هيسباڻي پهچي جماعت جي ڪارڪنن احمد علي سومرو،روشن الدين هيسباڻي جي عيادت ڪرڻ بعدصحتيابي لاءِ دعاگهري

***رپورٽ: محمد بلال "نور" هيسباڻي /بادهہ***

## ماهوار پروگرام

ڳوٺ ڪاراڻي ۾ ج.ا.م پاران ماهوار پروگرام ڪي بادهہ، عالماڻي، ويهڙ ۽ پرپاسي جي جماعت شرڪت ڪئي، مولانانعيم شاهاڻي، عبدالغفار ٻگهيو خطاب ڪيو، خالد حسين طاهري، حضور بخش چانديو، نظام الدين ٻگهيو سميت ٻين نعت، منقبت پڙهي.

***رپورٽ: محمد طاهر "نور" هيسباڻي***

## ٽرڙي حاجران برانچ جي رپورٽ

ٽرڙي حاجران ۾ماهوارپروگرام ڪي مولاناعبدالقديرطاهري، عبدالڪريم، دلير فقير ۽ ٻين نعتون، منقبتون پڙهيون، مولوي سلطان احمد ۽ محمد علي چن خصوصي خطاب ڪيو.

***رپورٽ: محسن علي چن برانچ ٽرڙي حاجران***

## جعفرآباد جي رپورٽ

ج.ع.ط ضلع جعفرآباد (بلوچستان) پاران تنظيمي ۽ تبليغي ڪم بهتر نموني هلي رهيو آهي، خلفاء ڪرام جي زيرنگراني ماهوار پروگرام پڻ منعقد ڪيا ويندا آهن، وفدن جي صورت ۾ پڻ هر هفتي مختلف ڳوٺن ڏانهن وفود روانا ٿيندا آهن،24 جولاءِ تي ڊيره الهيار ۾ ٽيل اجلاس ۾ تنظيمي ڪم جو جائزو ورتو ويو.

***رپورٽ: عبدالقدوس ڪوسو ج.س ضلع جعفرآباد***

## ڪنڌڪوٽ ۾ پري ٽيسٽ

ر.ط.ج ضلع ڪنڌڪوٽ پاران پري انٽري ٽيسٽ ورتي وئي، پروفيسرذوالفقار ڀنگوار، پروفيسر امين چاچڙ، حافظ مقصود اوڳاهي، ضلع چيئرمين ظفر علي، ظهور احمد، جاويد احمد اسدالله طاهري خصوصي طور شرڪت ڪئي.

## عيدملن پارٽي

**14.9.2016** تي برانچ سجن آباد ۾ ر.ط. ج ضلع ڪشمور جي وفد پاران عيدملن پارٽي ۾ خلفاءِ ڪرام، علماءِ ڪرام ۽ عهديدارن شرڪت ڪئي، صوبائي فنانس س: ظفر علي اوڳاهي، ضلع اڱواڻ جاويد احمد، ظهور احمد، خليفہ ذوالفقار علي اوڳاهي خطاب ڪيو.

***رپورٽ: حافظ ظهور احمد اوڳاهي***

## مولانا حضور احمد طاهري رح جو چاليهو

6.8.2016 تي ج.ا.م ضلع شڪارپور پاران استاد مفتي خليفہ حضور احمد ميراڻي طاهري جو چاليهو ٿيو، خاص مهمان ج.ع.ط جو مرڪزي صدر صاحبزاده محمد جميل عباسي طاهري هو، جڏهن خصوصي خطاب مفتي عبدالرحيم طاهري ڪيو، ان موقعي تي الاصلاح جي مديراعلىٰ مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري، مولانا عزيزالرحمٰن طاهري، مولانا اسرار احمد خصوصي طور تي شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: فقير سردار علي ميراڻي/شڪارپور***

### خيرپور جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع خيرپور پاران 16 آڪٽوبر تي رٿيل تنظيمي ڪنوينشن جون تياريون آخري مرحلي ۾ آهن، ضلعي بادي جي وفد مولانا خليفہ خان محمد ٻرڙو جي عيادت ڪئي، * 37 برانچن جي وزٽ ڪئي، * جماعت جي لاءِ مختلف برانچن مان عيد جي موقعي تي کلن جي صورت ۾ تعاون ورتو ويو، الطاهر سان گڏوگڏ الاصلاح پبليڪيشن دادو پاران شايع ٿيل برڪات رمضان ۽ زينت النساءِ خريد ڪري ضلعي جي اڪثر علائقن جي دوستن تائين پهچايا ويا.* وفد پاران صوبہ پنجاب جو دورو ڪري حضرت پيرمٺا سائين رحمة الله عليہ جي دربار تي حاضري پري وئي، وفد ۾ نياز راڄپر، رحيم بخش کٽوهر، استاد امان الله پنهيار، استاد محمد ادريس سومرو، خادم حسين، استاد محمد ايوب اڄڻ، محمد اسماعيل اڄڻ شامل هئا، وفد پاران دربار عاليہ مسڪين پور شريف ۾ مولانا رفيق احمد شاهہ صاحب سان ملاقات ڪري سندس پٽ فضل علي جي دعوت وليمي ۾ شرڪت ڪئي وئي.

***رپورٽ: محمد اقبال سوهو /صدر ج.ا.م ضلعي خيرپور***

### ج.ا. ٽنڊومحمد خان جي رپورٽ

ج.ا.م برانچ حاجي سياڳو جتوئي جا 22 هفتيوار پروگرام ٿيا، جڏهن تہ شب برات، شب معراج، آمد رمضان جي حوالي سان ڪافي جاين تي پروگرام ٿيا، شادي ٻہر ۾ عظيم الشان پروگرام ڪي مولانا عبدالڪريم آلڪاٽي خطاب ڪيو.حاجي سياڳو ۾ يارهين شريف جا پروگرام ٿيا، عيدملن پارٽي تقريب ۾ عهديدارن ۽ خليفہ محمد عيسىٰ ڪٽي شرڪت ڪئي، جڏهن تہ مختلف علائقن ۾ وفد جي صورت ۾ پڻ هفتيوار ۽ ماهوار وجڻ جو پروگرام ٿيندو آهي، جنهن سان ڪافي فائدو ٿي رهيو آهي.

***رپورٽ: علي خان ڪلهوڙو طاهري ج.ا.م ض:ع ٽنڊومحمد خان***

### 3 پروگرام

ج.ا.م نئون ديرو پاران عيدالاضحىٰ جي موقعي تي 3 پروگرام ڪيا ويا، جن ڪي مولانا مفتي عبدالرحيم طاهري، مولانا غلام رسول بخشي، محمد بخش جوڻيجو طاهري خطاب ڪيو ۽ قرباني جي مسائل ۽ اهميت تي روشني وڌي. ***رپورٽ: طلحہ طاهري***

## ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز جي رپورٽ

ر.ط.ج نوشهروفيروز جو ڪم بهترين انداز سان هلي رهيو آهي، *عيدالفطر جي موقعي تي صوبائي عهديدارن جي وزٽ ٿي، * 15.7 تي ٺاروشاهہ ۾ ضلعي تربيتي ورڪشاپ ٿيو، * 7.8 تي ر.ط.ج جي ڪوئيز ڪامپيٽيشن ٿي، ۽14.9 تي عيدملن پارٽي مچر شهر ۾ ٿي، جنهن ۾ ساليانہ ڪنوينشن جي حوالي سان فيصلو ڪيو ويو تہ 9.10.2016 تي ڪنڊيارو ۾ منعقد ڪيو ويندو.* ضلعي باڊي پنجاب جي تنظيمي دوري ۾ پڻ شريڪ رهي، حافظ مزمل احمد شامل هو، سموري سال ۾ ضلعي باڊي پاران هر هڪ برانچ جا 3 دفعا وزٽ پڻ ڪيا ويا. ***رپورٽ: ڊاڪٽر ايم امين قائمخاني/ آفتاب ٽنيو***

## اظهارتعزيت

جامعہ مدينة العلوم طاهريہ ۾ مولانا ديدار حسين جي والده جي وفات، جناب ڊاڪٽر غلام ياسين طاهري جي پيٽووي علي اڪبر جي وفات، مولانا حضور احمد طاهري جي وفات تي سندن مغفرت واسطي قرآن خواني ڪرائي دعا گهري وئي.

***رپورٽ: محمد عرس عرف مختار احمد ٽاٽري طاهري /نوابشاهہ***

## عيادت

ج.ا.م برانچ ڏوڪري جي اڳوٽي صدر فقير احمد علي سومرو جي روڊ حادثي ۾ زخمي ٿيڻ تي جماعت جي خليفن خليفہ معشوق مسڻ، رستم گاڏهي، نوراحمد هيسباڻي ۽ بين ڏوڪري پهچي سندس طبع پرسي ڪئي ۽ سندس صحتيابي لاءِ دعا گهري.

***رپورٽ: بلال "نور" هيسباڻي /باڊهہ***

## قمبرشهدادڪوٽ جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع قمبر شهدادڪوٽ جي برانچ ڪندو، نصيرآباد، وارهہ، فيض محمد سوڍر، غازي خان جلباڻي، جاڙا واهوچا، سعيد خان پنهيار ۽ بين علائقن ۾ جناب نظرمحمد پنهور جي نگراني ۾ وفد روانو ٿيو، جتي تنظيمي ۽ تبليغي ڪم بهتر انداز ۾ ٿي رهيو آهي، الاصلاح، الطاهر ۽ زينت النساءِ خريد ڪري فروخت ۽ گفٽ ڪيا ويا، جنهن سان ڪافي سنو فائدو ٿي رهيو اهي.

***رپورٽ: نظرمحمد پنهور طاهري/قمبرشهدادڪوٽ***

## ر.ط.ج ضلع خيرپور

ر.ط.ج پاران ميڊيڪل ۽ انجنيئرنگ جي پري انٽري ٽيسٽ سيلف اسيسمنيٽ ٽيسٽ منعقد ڪئي وئي، ر.ط.ج جي مرڪزي صدر جناب افتخار علي عمراڻي۽ صوبائي صدر محمد صديق پاران خيرپور جي دوستن جي ڪارڪردگي بهترين اچڻ تي ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو۽عاصم نيازراڄپر ڪي واڌايون ڏنيون

## نوابشاهہ جي رپورٽ

27 رمضان تي مدني مسجد گوليمار ۾ نعت خواني پروگرام ٿيو، خليفہ محمد حسن اوٺو خطاب ڪيو، ساڳي رات پٺا ڳوٺ ۾ پروگرام ۾ اخترعلي خاصخيلي، محمد امين اوٺو، جناب اياز چنہ خطاب ڪيو، هر جمع تي رندن جي ڳوٺ ۾ هفتہ وار پروگرام ڪي محمد امين ۽ اخترخاصخيلي خطاب ڪندا آهن.

## شڪارپور جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع شڪارپور پاران جناب علي خان ابڙو، فقير سردار علي ميراڻي جي اڳواڻي ۾ وفد پاران 18.9.2016 تي مختلف علائقن برانچ جهلي، ڪلواڙي، برانچ مديجي ستي ۾ وفد روانا ٿيا

***رپورٽ: فقير سردار علي ميراڻي/شڪارپور***

## ج.ا.م مورو جي رپورٽ

ذي القعد تي المرڪز غفاريہ مورو ۾خليفہ سيد نصيرالدين شاهہ جو عرس ملهايو ويو، مولانا محمد ادريس ڏاهري خصوصي خطاب ڪيو. * 22 ذي الحج تي خليفہ غلام قادر ميمڻ غفاري جو عرس مبارڪ ملهايو ويو، جنهن ۾ ج.ا.م جي مرڪزي ج.س: انجنيئر غلام محمد ميمڻ ۽ ضلع باڊي جي دوستن، سائين جي فرزندن، جماعت جي ڪثير تعداد ۾ دوستن شرڪت ڪئي. *ڊاڪٽر وجهہ الدين ميمڻ ۽ ممتاز چنہ جي گهرن ۾ 4 عورتن جا پروگرام ٿيا، *وٽڪاري مهم ڪي هلائيندي سيپٽمبر ۾ نم جا ٻوٽا لڳايا ويا.* اهڙي ريت 3 مهينن دوران ج.ا.م مورا جا 31 پروگرام ٿيا.

**رپورٽ: ڪامران ميمڻ /مورو**

## انچارج وفد نمبر 29فقير سڪيلڏو طاهري

پاران عمرڪوٽ، مٺي۽ ٻين جاين تي ٽن مهينن دوران 35 پروگرام ڪيا ويا، مختلف علائقن ۾ وفد جي صورت ۾ وڃڻ ٿيو.

## برانچ راڻي پور جي رپورٽ

مئي کان آگسٽ 2016ع تائين جي رپورٽ مطابق 20.05.2016 تي وفد خليفہ احمد بخش، شمس الدين طاهري، حاجي محمد عباسي ۽ حبيب الله گلال سڳيون ۽ ڪڇي ۾ ڳوٺ غلام شبير ڪلهوڙو، ڳوٺ درويش ڪلهوڙو ۾ آمد رمضان بابت پروگرام ڪيا۔* برانچ ۾ ر.ط.ج پنجاب کان آيل وفد جي مان ۾ آجياڻو پيش ڪيو ويو.* 10.06.2016 وفد برانچ جي عهديدار جي طبع پرسي لاءِ ڳوٺ حامد چامڙو پهتا بوزدار وڏا، ٽالپر وڏا، ڳوٺ فتح محمد پتو ۽ ڳوٺ لطف علي شر، ڳوٺ موسيجي ۽ ٽول پلازه راڻي پور ۽ ان جي پرپاسي ڳوٺن ۾ دربارعاليہ جي دعوت ڏني وئي.* 15.06.2016 کان ڳوٺ پيلار وڏا، ڳوٺ حاجي واڏل، ڳوٺ محمد لائق راڄپر (شگرمل) ۾ ۾ رمضان جا فضائل ۽ صحبتِ صالحين جي موضوع تي پروگرام ٿيو* قلبي ذڪر جي دعوت ڏني ۽ رمضان المبارڪ جا فضائل بيان ڪيا ويا. * برانچ جي مرڪز جو افتتاح ۽ اسڪول ۾ ختم القرآن جو پروگرام منقعد ڪيو ويو،مهمان خاص مولانا عبدالستار تنيو (ڪهڙا) هئو.* عيد ملن پارٽي ٿي۽برانچ بنگل خان چانگ جي ج. س: مرحوم محمد رمضان جي جنازي نماز ۾ عهديدارن شرڪت ڪئي. * ڪبڙي لگ ڪهڙا استاد عبدالطيف سان گڏ، * 21.08.2016 ڳوٺ قاضي عبدالرحمان، ڳوٺ وليداد لنڊ، بوزدار وڏا ۽ راڻي پور ۾قرباني جا فضائل ۽ درگاه شريف جي پروگرامن جي دعوت ڏني وئي. * 26.08.2016 تي ٿري ميرواه ۽ آسپاس ڳوٺن ۾قرباني جا فضائل، قلبي ذڪر جو طريقو سمجهايو ويو.

*رپورٽ: منظور حسين موجائي/راڻي پور*

## ٺٽو جي رپورٽ

21.9.2016 تي ڳوٺ ڪرمي جوکيو ۾اصلاحي پروگرام ڪي نذيراحمد جوکيو، محمد صادق جوکيو، بلال جوکيو ۽ ٻين حصوورتو، مولانا محمد عالم جت خطاب ڪيو.* 22.9.16 تي مڪلي ۽ ڳوٺ مالماڙي جودورو ڪيو ويو، خليفہ عبدالحنان، خليفہ حضور احمد جوکيو هيا، * 23.9 تي المرڪز فيض محمدي طاهريہ ماڈل ٽائون ۾ جمع تي مولانا محمد عالم جت خطاب ڪيو، * ڳوٺ محمد هاشم منڌورو ۾ ايصال ثواب جي سلسلي ۾ عظيم الشان پروگرام ٿيو،مقررن خطاب ڪيو* 24.9 تي جامعہ مسجد عائشہ صديقہ ۾ تقريب ۾ صدام ميمڻ، محمد صادق جوکيو ۽ ٻين حصو ورتو، خليفہ اميرمحمد جوکيو خطاب ڪيو.

**رپورٽ: نذيراحمد جوکيو طاهري صدر ج.ا.م ضلع ٺٽو**

**انچارج وفد نمبر 303 محمد علي چڻ طاهري**

پاران 50 کان مٿي وفود تشڪيل ڏنا، رمضان شريف جي حوالي سان مختلف ڳوٺن ترڙي حاجران، انورآباد، لاڪا، ورند ماڇي، خاوند گوگاٽي، جاگير چڻ، وارھ، مرڪنڊ، جوڻيجا، سوالي واھوچو، گائنچا ۾ پروگرام ٿيا، وفود ۾ غلام نبي عباسي، محمد علي چڻ، حافظ يارمحمد هئا.

**انچارج وفد نمبر 233 اعجاز احمد ورياھ طاهري**

پاران طاهري جماعت جي 13 دوستن کي مسجد ۾ امامت ڏياري، 15 تاريخ تي مصري جکريجا ۾ حافظ شاهنواز جکريجو جي معرفت پروگرام ٿيو، روزانو ڪراچي ۾ درس قرآن، درس حديث جو اهتمام ڪيو ويندو آهي، شبير احمد نيازي نعت ومنقبت پيش ڪندو آهي. پاران ڪراچي ۾ تعليم بالغان جو اهتمام ڪيو ويو، روزانو درس قرآن، درس حديث ٿيندو آهي، سجاول لڳ فقير محمد سميجو جي ڳوٺ ۾ پروگرام ٿيو، ماتلي، بدين، حيدرآباد ۽ ٻين جاين تي انفرادي پروگرام ڪيا ويا.

**انچارج وفد نمبر 113 مفتي مختار احمد طاهري**

پاران خلفاءِ راشدين مسجد خضر شاھ ڳوٺ، نورالاسلام، گلزار مدينہ مسجد، نورمصطفيٰ مسجد، حق مدينہ مسجد ۾ 54 پروگرام ڪيا ويا،رمضان شريف ۾جامعہ مدينة العلوم ۾ درس مسائل جو اهتمام ٿيو

**انچارج وفد نمبر 16 منير احمد عباسي طاهري (خدا آباد)**

پاران جولاءِ ۾ 58 پروگرام، جن ۾ 30 درس مراقبہ، 5 هفتہ وار پروگرام، هر جمع تي وفود 14 علائقن ڏانهن روانا ٿيا، ٻين پروگرامن ۾ محفل ذڪر، يارهين شريف جا پروگرام ٿيا.

**انچارج وفد نمبر 496 شاهنواز چانديو طاهري**

پاران قاضي احمد، سرڪاري ڪوھ، نواب ولي محمد ۽ ٻين جاين تي تنظيمي ڪم بهتر نموني هلي رهيو آهي، هر جمع تي مختلف علائقن ۾ وفود روانا ڪيا ويندا آهن، 10 پروگرام هر مهيني ۾ ٿيندا آهن.

**انچارج وفد نمبر 441 عبدالحق چنہ**

پاران سندس زيرنگراني هفتيوار روحاني تربيتي پروگرام 9.9.2016 تي خالد شيخ جي رهائشگاھ تي الياس ڳوٺ ۾ ٿيو.

**انچارج وفد نمبر 69 مولانا محمد عاشق لنڊ**

پاران گذريل ٽن مهينن دوران 39 پروگرام منعقد ڪيا ويا.

**انچارج وفد نمبر 412 نعيم احمد شاهاڻي**

پاران دادو ضلعي ۾ سيپٽمبر ۾ 9 پروگرام منعقد ڪيا ويا.

**انچارج وفد نمبر 218 مولانا محمد حسن اوٺو**

پاران حضور جن جي نگاهہ ڪرم سان گذريل ٽن مهينن دوران مندجہ ذيل علائقن ۾ وڃڻ ٿيو.ج.ا.م برانچ عبدالعزيز اعوانؒ، مدني مسجد گوليمار، پنگوار ڪالوني، خيرشاهہ، حميده مسجد، جامع مسجد نورمصطفیٰ، ڳوٺ شهيد غلام قادر خاصخيلي، فيض محمد پنگوار، محمد خان چانديو، چنيسرجمالي، سرهاري 1 ۽ 2، ڪريم بخش چنو، 60 ميل، دوڙ ۽ ضلع سانگھڙ جي شاهي مسجد، چڪ 25، شاهپورچاڪر، شهدادپور، ٻيو چانديو ۾ هفتہ وار ۽ ماهوارپروگرامن ۾ شرڪت ڪري مرشدن جو پيغام پهچايوويو، **الاصلاح ۽ الطاهر** سميت تازو عورتن جي نماز متعلق شايع ٿيل ڪتاب زينت النساءِ پڻ وڏي تعداد ۾ پهچايو ويو، جڏهن تہ حيدرآباد، ٽنڊومحمدان ۽ ڪراچي ۾ پڻ پروگرامن ۾ شرڪت رهي.

**147 انچارج وفد نمبر 147 حبيب الله ميمڻ طاهري**

پاران هر مهيني ۾ بس اسٽاپ مسجد پريا ۾ درس قرآن، مراقبو، جو اهتمام ڪيو ويندو آهي، هر جمع تي يوسف مسجد دالي ۾ پروگرام ڪيو ويندو آهي،انفرادي توڙي اجتمائي تنظيمي،تبليغي خدمتون سرانجام ڏيندو رهندو آهي، جنهن سان ڪافي فائدو ٿي رهيو آهي، جماعت جا ترجمان **الاصلاح**، **الطاهر** بہ ڏنا ويندا آهن.

**انچارج وفد نمبر 87 فاروق احمد لغاري**

پاران ڳڙهي خيرو جي مختلف ڳوٺن محمدپناه بروهي، عبدالغزيز لند، حاجي اميربخش بروهي، بچل لغاري، چام خان ايري، نظام الدين کٽوهر ۽ ٻين ۾ 3 مهينن دوران 30 کان مٿي وفود پروگرام تشڪيل ڏنا ويا، وفد ۾ مولانا سردار بخش جلباڻي، حافظ محمد موسیٰ بروهي، غلام علي بروهي، غلام محمد ايري ۽ ٻيا دوست شامل هئا.

**انچارج وفد نمبر 189 حضورعلي جوکيو**

پاران ج.ا.م ۽ ر.ط.ج مڪلي جي دوستن سان گڏجي مڪلي ۽ پرپاسي ۾ 4 ماهوار، 20 هفتيوار پروگرام، جنهن ۾ يارهين شريف بہ شامل آهي، مختلف ڳوٺن هاشم بروهي، وڏيرو رسول بخش جاکرو ۾ ٿيا،* بلال مسجد پٽي محلہ ۾ پڻ پروگرام ٿيو، ڊاڪٽر توصيف صاحب سميت ذوالفقار طاهري، حافظ لياقت علي، حافظ هدايت الله، سڄڻ علي، محمد عالم، غلام حيدر، شڪيل پٽي شريڪ، * 22.9.16 تي مڪلي ۾ خليفہ مولانا محمدعالم جت طاهري جلسي کي خطاب ڪيو.

## مختصر اهم خبرون

** انچارج وفد نمبر 172 جناب عبدالقدير شيخ پاران 15پروگرام تبليغِي ۽ تنظيمي پروگرام 12 ڪيا ويا، غفاريہ مسجد لاڙڪاڻو ۾ ٽيل پروگرام ۾ خطاب ڪيو.
* انچارج وفد نمبر 447 محمد امين اوٺو پاران 21 پروگرامن ۾ شرڪت ۽ هر جمع تي شهر کان ٻاهر وفد جي صورت ۾ وڃڻ ٿيندو آهي.* * انچارج وفد نمبر 70 پاران 1.9 تي خليفہ اميربخش مري جي زيرصدارت الهيار ڳوٺ ٽنڊوآدم ۾ روحاني محفل ٿي، جڏهن تہ جولاءِ، آگسٽ ۾ 45 پروگرام ڪيا ويا.* درگاهہ غريب آباد لاڙڪاڻو ۾ انجمن نونهال طاهريہ جو يونٽ کوليو ويو آهي، آگسٽ ۾ گرمي کان بچاءَ لاءِ ٿڌي پاڻي جي سبيل پڻ لڳائي وئي، هر هفتي وفدن جي صورت ۾ دوست مختلف جاين ڏانهن ويندا آهن، هفتہ وار پروگرامن ۾ درس قرآن جو پڻ اهتمام ڪيو ويندو آهي.* 27 آگسٽ تي گوليمار ڪنڌڪوٽ ۾ ٽيل پروگرام ڪي مولانا محمد عرف نالي منو، مفتي محمد عاشق لنڊ طاهري خطاب ڪيو.**9.9 تي ماهوار محفل ڳوٺ اختيار خان ۾ ٿي، نعت خوان مولانا مقصود نعت منقبت پڙهي،مولانا عبدالقدوس طاهري تقرير ڪئي.
*ج.ا.م برانچ نوشهروفيروز پاران ماهوار 14 جو پروگرام ٿيو، صدر ممتاز لانگاهہ خطاب ڪيو. جڏهن تہ ٻئي پروگرام ڪي صوبائي جنرل س: قاضي مشهود احمد قريشي خطاب ڪيو.* 11.9.2016 تي ٽنڊو آدم ۾ خليفہ اميربخش مري طاهري جي صدارت ۾ عبدالحميد ساند جي تعاون سان عظيم الشان جلسو ٿيو، جنهن ڪي مفتي محمد اصغر ميمڻ خطاب ڪيو. ** 16.9.2016 تي حاجي سياڳو مسجد ۾ پروگرام ڪي خليفہ نوراحمد ڪٽي خطاب ڪيو. * ج.ع.ط ضلع مٽياري پاران نور محمدي مسجد ميمڻ جي وسي ۾ يارهين شريف ڪي فاروق ڪوسو، نواز چوهاڻ،ثناءُ الله، مولوي عبدالجبار راهمون خطاب ڪيو. *
*12.9.2016تي وڳڻ شهر ۾ جلسي ۾ محمد يعقوب ابڙو، نثار احمد نعت منقبت پيش ڪئي، جڏهن تہ قاري عبيدالله پنهور خطاب ڪيو. *
*9.9.2016 محفل ذڪر ۽ يارهين شريف بسلسلہ ختم نبوت جو پروگرام جامع مسجد اويس قرني قاسم آباد ۾ ٿيو، جنهن ڪي ج.ع.ط جي ضلعي عهديدار مولانا عبدالخالق چاچڙ خطاب ڪيو. * * 30.8.16 تي ر.ط.ج جي ضلعي عهديدارن جاويد اوڳاهي، فنانس حافظ ظهورجي زيرنگراني پارس پبلڪ اسڪول ڪنڌڪوٽ ۾ جماعت جو پيغام

# انتقال پر ملال

**الاصلاح پبليڪيشن** دادو جي سينئر سب ايڊيٽر طاهري عبدالله ڪوڪر جي سؤٽِ جي وفات، ج.ع.ط صوبہ سنڌ جي صدر مولانا ديدار حسين ڪوهارو طاهري جي والده جي وفات، ج.ع.ط جي مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري مولانا عرض محمد چانڊيو جي وڏي ڀاءُ مولانا عبيدالله چانڊيو جي وفات، ج.ع.ط جي مرڪزي پريس سيڪريٽري مولانا احمدنواز ميمڻ جي ڀاڄائي، ج.ع.ط ضلع لاڙڪاڻي جي پريس س: مولانا شاهنواز ميمڻ جي گهرواريءَ جي وفات، الاصلاح جي ساٿاري دوست ۽ ضلع دادو (1) جي صدر جناب غلام نبي ميمڻ جي امڙ جي وفات، ڪمپيوٽرآپريٽر مسعود علي ڀٽي جي چاچي درياخان ڀٽي جي وفات، مولانا محمد عاشق لنڊ جي معصوم پٽ جي وفات، ج.ا.م خيرپور جي سينئر اڳواڻ محمد رمضان چانگ جي وفات، ج.ا.م هگورجہ جي محمد شريف گلال جي والد جي وفات، ج.ا.م ضلع خيرپور جي مولانا واجب علي ڪوسو جي امڙ جي وفات، ڊرائيور آصف علي لاڙڪ جي چاچي عبدالخالق لاڙڪ جي وفات، درگاهہ ويهڙ شريف جي سجاده نشين جي ۽ پير مفتي خليل احمد جان جي مامي حافظ محمد بخش جي وفات، الاصلاح جي معاون سب ايڊيٽر ۽ ڪمپوزر وفا شرطاهري، ج.ع.ط ضلع نوشهروفيروز جي صدر مولانا اسرار احمد، مولانا محمد اسحاق شر جي چاچي حر مجاهد فورس اڳواڻ فقير نورالدين شر جي وفات، ۽ سندن ماروٺ انجنيئر ممتاز علي شر، مولانا محمد اسحاق شر جي سوٽِ جي وفات، ج.ع.ط ضلع جيڪب آباد جي صدر خليفہ مولانا فاروق احمد لغاري جو چاچو حاجي رسول بخش لغاري جي وفات، الاصلاح جي اعزازي رپورٽر ابوبڪر بوزدار (طاهرآباد شريف) جو سؤٽ جي وفات، فقيرمبين بوزدار، فقيرسليم بوزدار جي وفات، ٽنڊومحمد خان جي فقير نظام الدين طاهري ۽ فقير صلاح الدين جي والده جي وفات، سکر جي پرويز خان جي والده جي وفات، تي جملہ مسلمان ڀائرن ۽ ڀينرن جي اوچتي لاڏاڻي تي گهري غم ۽ ڏک جو اظهار ڪندي، جملہ عزيزن ۽ رشتيدارن سان تعزيت ڪريون ٿا.

**انا لله وانا اليه راجعون**

ڏٽي در دعا آهي تہ شال الله تعالىٰ مرحومين کي غريق رحمت فرمائي. (آمين)

**ادارو**

# سوالن جا درست جواب

جواب 1: سن 9 هجري ۾
جواب 2: پچڻ، پيهڻ، ذرا ذرا ڪرڻ
جواب 3: حضرت مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري
جواب 4: حضرت عبدالوهاب عليہ الرحمة
جواب 5: ذرا گردن جھکالی دیکھ لی

# انعامي سلسلي ۾ ڪوپن پريندڙ دوستن جا نالا

استاد عبدالرحيم ميمڻ طاهري/ نوابشاهہ، محمد عارف عاشق عباسي/دين پور، ولي محمد راڄڙ، حفيظ الرحمان پنهور، خان محمد سيهڙ/نصيرآباد، فقير سردار علي ميراڻي، علي خان ابڙو/شڪارپور، ياسر علي، حنيف بروهي، حق نواز ميمڻ /غريب آباد لاڙڪاڻو، عبدالقدوس آلڪاڻي /ٽنڊوغلام حيدر، اصغر علي لانگاهہ/مٽياري، مدثر، مبشر، مصور، مظهر علي خان ڪلهوڙو، محمد عيسىٰ ڪٽي/ٽنڊو محمد خان، خادم حسين چانديو،نويد علي مري /قاضي احمد، راحيل امين ميمڻ، طيبہ طاهري، سلمان ڪوڪر/دادو، اعجاز احمد ورياهہ، سليم ورياهہ/ اڏيرولعل، ولي محمد راڄڙ نصيرآباد، عبدالغفار/ڀاسوڙي شريف ٽنڊوالهيار، سليم ورياهہ، اطهر حسين پٽي /ٽنڊوغلام حيدر، طلحہٰ طاهري، اريج، زيد محمد بخش جوڻيجو /نئون ديرو، محمد احسن شر، مسرور اسرار، وفا عمران، يحيٰ شاهہ، وليد شاهہ/درگاهہ الله آباد، ياسين خان، راجہ شر، صدام حسين، محمد امين ناز، رضوان شر/نري ميرواهہ، شاهنواز چانديو، خادم حسين چانديو، عبدالقادرچانديو / سرڪاري ڪوهہ، ڪريم بخش چنہ طاهري /مريم گارڊن ڪوٽڙي، گل منير طاهري / ڪي ڪي بستي ڪوٽڙي، حافظ شڪيل احمد مرڪنڊ، حافظ محمد مراد مرڪنڊ، علي گل مرڪنڊ، مظهر علي مرڪنڊ، شرف الدين مرڪنڊ، محمد حسن پنهور، محمد يعقوب ابڙو، طيبہ طاهري، حافظ عبدالوهاب بروهي/ واره.

**انعام حاصل ڪندڙ خوشنصيب**

**محمد عارف عاشق عباسي /دين پور شريف**





# سوالن جا جواب

**هيٺ ڏنل ڪجهہ سوال رسالي مان ۽ ڪجهہ سوال عام معلومات جا ڏنل آهن، هيٺين سوالن جا درست جواب اوهان 10 ڊسمبر 2016ع تائين الاصلاح جي ڏنل ايڊريس تي ڏياري موڪليو.**

**نوٽ: ڪوپن ڪانسواءِ حصو وٺندڙ کي انعامي مقابلي ۾ شامل نہ ڪيو ويندو، جڏهن تہ صحيح جواب اماڻيندڙن کي ڪٽي ذريعي انعام ڏنا ويندا. هي رسالو اوهان جو پنهنجو آهي، هن کي بهتر بڻائڻ ۽ عام ڪرڻ ۾ پنهنجي اخلاقي ذميواري محسوس ڪندا. (ادارو)**

## ســــــوال

سوال 1: حضرت خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها جو ڪهڙو لقب آهي؟

سوال 2: غلافِ ڪعبه ڪهڙي مهيني ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي؟

سوال 3: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جو عرس ڪهڙي تاريخ تي ٿيندو آهي؟

سوال 4: لابة جي معنىٰ ڇا آهي؟

سوال 5: سختي شهادت جي نسورو ئي ناز
شعر مڪمل ڪري شاعر جو نالو لکو؟

## ڪوپن نمبر 20

موڪليندڙ جو نالو: ________________

ايڊريس: ________________

جواب 1: ________________

جواب 2: ________________

جواب 3: ________________

جواب 4: ________________

جواب 5: ________________

ڪمپيوٽرائزڊ ڪمپوزنگ: وفا نذير احمد شر طاهري الله آبادي.




# اسين پيغامِ امن ۽ محبت جا سفير آهيون

منجانب: روحاني طلبأ جماعت پاڪستان

## الاصلاح پبليڪيشن دادو پاران

عورتن جي ضروري مسائل ۽ نماز بابت ڪتاب

# زينت النساء